# الا مان اُڏري ويندو سانءِ

(شاعري)

منصور ملڪ




سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي

هن ڪتاب جا حق ۽ واسطا ليکڪ وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: الا مان اڏري ويندو سانء
موضوع: شاعري
مصنف: منصور ملڪ
ڪتاب نمبر: 11
ٽائيٽل ڊزائين: جي.اين قاضي
ڇاپو پهريون: سيپٽمبر 1999ع
ڇپائيندڙ: سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي
فون: 7782597
ڇپيندڙ: الجنت پريس فون: ٧٧٧٣٣٨٠
ڪمپوزنگ: ورڊس ڪمپوزر
6/92، غفور چيمبرس، عبدالله هارون روڊ
صدر ڪراچي فون: 7771618

قيمت: -/ 100 رپيا

# وائي

پـونءِ نـــ آئـــي پـــانءِ،
الا مان اڌري ويندو سانءِ!
مون سان جاڙ نہ ڪر اوجيڏا ، سچ ٿو آءُ چوانءِ،
الا مان اڌري ويندو سانءِ!
ڳائي مُنهنجا گيت پيو پو، مونکي ياد ڪجانءِ،
الا مان اڌري ويندو سانءِ!

شيخ اياز

# ارپنا

- جيجل امڙ جي نالي
جيڪا مٽيءَ ماءُ جي جهوليءَ ۾ آرامي آهي.

- پنهنجي ننڍي ڀاءُ "بابوءَ" جي نالي
جيڪو وقت کان اڳ اسان کان وڇڙي ويو.

- بابا سائينءَ جي نالي
جنهن جي ڀاڄهه جو هٿ اڃا تائين مون مٿان آهي.

۽

- هُن جي نالي
جيڪوئي مُنهنجي شاعريءَ جو محور آهي
جنهن جو ڪو به نالو نه آهي
جنهن جا الاهي نانوَ آهن -
جن جي ڇانوَ مون مٿان
سدائين رهي ٿي.

منصور ملڪ

# ترتيب

# خام خيال

ڏات، ڏانءَ جي محتاج نـ ٿيندي آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڏانءُ، ڏات جو ڪيجهو ٻٽبو آهي. ڇاڪاڻ تـ ڪيترائي خيال، خوبصورت روپ وٺڻ لاءِ آتا هوندا آهن، پر ڏات جي ٽيڪ نـ هئڻ ڪري، بنا ٽڙڻ جي مرجهايل مکڙيون ٻڻجي، گهوماتا ڪائي ڪائي، نيٺ ساٿا ٿي، ڇٽي، فضا ۾ وکري ويندا آهن. جيتوٽيڪ لفظ پٽ ڪيرن جيان ڪنڪاريون ڪندا، جهلن ۾ مصراعن جي ڪوڙڪين متان ڦيرا پائيندا رهندا آهن، پر اهي ڪوڙڪيون ڏات جو ڏي ۾ چاڙهـ نـ ملڻ ڪري، انهن پٽ ڪيرن کي جهٽي نـ سگهنديون آهن.

جڏهن ڏات ۾ ڏانءَ جو سنجوڳ ٿيندو آهي تـ خيالن ۾ جذبن جو اظهار لفظن جي مالهائن مان ٿيڻ لڳندو آهي، پوءِ اهي لفظ پيار ٿيندا آهن، پرياءُ ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن نفرت جو نماءُ ڪندا آهن ۽ اسان جي دوست بدر قريشيءَ چوائي؛

اسان جڏهن پي لکيا
لفظ جاڳي پيا.

پوءِ جڏهن لفظ جاڳي پوندا آهن تہ انسان جون ننڍون نهوڙي نيندا آهن ۽ خوبصورت نظم، بهترين نثر جنم وٺندا آهن. انهن کي پنهنجي اندر جي آويءَ ۾، پيڙائن ۽ پوڳنائن جي توَ تي سيڪي، ريٽو ڪري، جڏهن ڪو شاعر، اديب، لفظن کان ڳالهارائيندو آهي تہ هر پڙهندڙ جي اندر ۾ چپ هٽي ويٺل گونگن جذبن ۽ اڌمن کي اظهار خاطر هڪ سهارو ملي ويندو آهي. انسان کي هر وقت ڪنهن نہ ڪنهن سهاري جي ضرورت پوندي آهي. ان سهاري ڏيڻ لاءِ ڪڏهن ڪن ڀانهن جي وراڪي جي ضروت محسوس ٿيندي آهي تہ ڪڏهن سندر گيت، غزل يا ڪنهن نظم کي سهارو بڻائي، انسان ڏک جا ڏونگر ڏاري وڃهندو آهي.

"آڏو تکر تر، متان روهہَ رُتيون ٿئين."

هاڻ اما سڄي تمهيد جنهن لاءِ ٻڌي اٿم، اهو آهي اسانجو دوست "منصور ملڪ"، جنهن وٽ جڏهن عشق آرائينءَ جيئن جهول ڀري آيو تہ هن ست بسم الله پڙهي، ان جي آجيان ڪئي. پوءِ ٿيو ڇا؟

لڪل عشق منهنجو ٿيو نيٺ ظاهر،
محبت جا اڌمان اتاري ڇڏيئي
ٿيو جلوو تنهنجو جڏهن کان پرين آ،
مٺي ننڊ منهنجي اُڏاري ڇڏيئي.

جڏهن نينهن، نسنگ ٿي نروار ٿيندو آهي تہ عاشق کان ڇاڇا نہ وسري ويندو آهي ۽ ڪهڙا ڪهڙا الهامَ ٿيڻ لڳندا آهن.

شاعري نازل ٿئي ٿي،
عشق جو الهامُ ٿي ويو.

اسان جو هي معصوم ٻارن جهڙو يار، ٿوري تي ريجهي پوڻ وارو هوندو آهي. هن کي ريجهائڻ لا ءِ ٻاند ڳچيءَ ۾ پائڻ جي ضرورت نہ

پوندي، ڇو جو کيس هريرو رسڻ جي عادت ڪانهي. شيخ اياز جي هن بند جيئن:

جي نہ ريجهي رنو تہ پاند ڳچيءَ پاءِ،
نينگري تو ڪيا ڳهٽا ئي ناٽ-

هي اسان جو دوست، پنهنجي پڙهائيءَ جي پياس ٻجهائڻ لاءِ تاشقند وڃي سهڙيو هو ۽ هر حسن جي پرستار جيان ۽ سونهن جي شيدائين جيان، ڪيترين تان فدا بہ ٿيو ۽ نيٺ جدا بہ ٿيو. پوءِ ڪٿي تاشقند (روس) ۽ ڪٿي سنڌ. هتي وري حسن جا حملا ئي نرالا تہ نينهن جا نيزا بہ نوان. سو اسان جي دوست کي هي ڪجهہ محسوس ٿيڻ لڳو.

نہ موت ئي اچي ٿو، نہ ڪا موٽ آئي،
انهيءَ حال "منصور" مرندي ڏٺوسين.

هُتي تاشقند ۾ تہ هئي هر ڪنهن کي آزادي، اُتي حسن بہ خيالن جيان آزاد هوندو آهي ۽ اسان وٽ، سنڌ ۾ خيالن تي بہ پهرا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ بہ هن يار پنهنجي خيالن کي ڪافي اڏاريو آهي ۽ هي بہ سرجيو اٿس:

منهنجو مذهب ۽ ايمان تون ئي پرين،
دين پنهنجو مٺڻ، ڪا چڱي ڳالهہ آ.

عشق جڏهن ڌرم بڻجي ٿو وڃي تہ مذهب جون سموريون رسمون تہ سمان ياسڻ لڳنديون آهن. پوءِ عاشق جو هي حال ٿيڻ بہ ڪا حيرت جي ڳالهہ نہ لڳندي آهي.

اسان هڪڙي بوسي جي بدلي ڪيون هن،
اي "منصور" سِر جون سخائون سخائون.

عاشق سخي ٿيندو آهي، ڪڏهن بہ ڪو عاشق موذي نہ ٿيندو آهي. اسان جي دوست منصور ملڪ وٽ بہ سخاوت آهي.

آخر ۾ مان اوهان کي ٻڌائيندو هلان تہ ڄيتوٽيڪ منصور ملڪ

ڪيترن پڙهندڙن لاءِ نئون آهي، پر هو نئون نڪور بہ ناهي، هن ايل.ايم.سي ڄامشورو ۾ پڙهائيءَ دوران، شاعريءَ سان ناتو ڳنڍيو هو. اها ڄاءِ ٿي اهڙي آهي، جتي حسن تي ڪوبہ پهرو نہ هجي، جتي ڇوڪريون يونيورسٽين ۾ پوپٽن جيان ڇوڪرن جي چؤگرد ڦيرا ڏينديون هجن تہ ڪنهن کي ڪاريءَ ڪاڏو آهي جو انهن کان نظرون چورائي سگهي. انهيءَ حسن ۾ سنڌ جي سورن جو ميلاپ ٿيو تہ عبدالقيوم ملڪ، "منصور" ملڪ بڻجي دوستن اڳيان نروار ٿيو. هن اتي ڪاليج جي ميگزين ايڊٽ بہ ڪئي ۽ ان وقت جي رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس شاعري ڇپجڻ لڳي. اڄ اها ۽ ڪجهہ نڪور لکت سهيڙي اوهان جي هٿن ۾ "الا مان اڏري ويندو ساڻ" جي نالي ڪتابي صورت وٺي، اوهان سان ڪجهہ ونڊڻ ٿو چاهي، اميد تہ اوهين ڪيس نراس نہ ڪندا.

سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي، پنهنجو يارهون ڪتاب، "منصور" ملڪ جي اظهار کي ڏنو آهي. اميد تہ پڙهندڙ جوڳي موٽ ڏيندا.

ستار

ڪراچي
١۴ سيپٽمبر ١٩٩٩ع

# مهاڳ

ڊاڪٽر عبدالقيوم "منصور ملڪ" کي مان تڏهن کان سڃاڻان
جڏهن هو سوويت يونين تاشقند يونيورسٽيءَ ۾ اعليٰ تعليم پڙهڻ لاءِ
ويل هئو ۽ اتان سائين راشد مورائيءَ کي ڊگها ڊگها خط لکندو هئو. هو
شاعر به آهي، اها خبر مونکي ڪُجهه دير سان پئي. پرسندس خط هڪ
دور جي سفري تاريخ هئا! (افسوس جو اهي سمورا خط سائين راشد
کان هيٺ مٿي ٿي ويا ) ۽ انهن خطن مونتي اهو اثر ڪيو جو آنءَ
سندس پرپٺ دوست بڻجي ويس. جيتوڻيڪ هو مونکي نه سڃاڻندو
هئو! ۽ مان به اڃا ننڍو ٻار هوس ۽ لکڻ مس شروع ڪيو هوم. انهيءَ
دور ۾ سندس لکيل خطن جي مفهوم سان مان تڏهن به سهمت ڪونه
هوس ۽ هاڻ به نه آهيان ( جڏهن ته منصور پاڻ به اهو ڪو نه رهيو
آهي) پوءِ به انهن خطن ۾ جيڪا معلومات هوندي هئي، اها منهنجي
ننڍي ذهن کي سَچَ پچَ اچرج ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. مون لاءِ اهي خط
سندس ڀهرين سڃاڻپ هئا. جيڪا پندرهن ويهن سالن کان پوءِ به
برقرار آهي. ويجهڙ ۾ هڪ عجيب اتفاق ٿيو.

سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جي هفتيوار گڏجاڻين ۾ ڪجهه وقت غير حاضريءَ کان پوءِ اچڻ ٿيو. رجسٽر تي "منصور ملڪ" نالو پڙهي ڪجهه عجب لڳو ۽ ذهن تي وري سندس خطن جي ياد تازي ٿي وئي. ائين ٻيءَ گڏجاڻي ۾ مون ساڻس هٿ ملائي چيو "اوهان منصور ملڪ آهيو نه ؟" هُن جي ها چوڻ تي مون کيس پنهنجو تعارف ڏنو هئو ۽ ڪجهه ئي ملاقاتن بعد ائين محسوس ٿيو ڄڻ سالن کان ملندا رهيا آهيون. بس ڪجهه سال وچ ۾وٿي پئجي وئي هئي سندس اڳ واري سڃاڻپ ۽ اڄ هو ڪٿي بيٺو آهي! اڄ اسين گهٽي ياڳي هڪ ٻئي جي خيالن جي بنهه ويجهو هُئاسين ۽ ٻيءَ ڪچهريءَ ۾ ايترو ويجهو ٿي وياسين جو وچ وارو ڪُجهه سالن جو مُفاصلو پنهنجي اهميت وڃائي ويٺو.

اها ويجهڙائي به عجيب چئجي، اهو به اتفاق چئجي ته "منصور" ان بستري تي هُئو، جنهن بستري تي ڪجهه ئي وقت اڳ مرشد اياز پنهنجي زندگيءَ جا اهم انڪشاف ڪيا هُئا! ۽ ذري گهٽ پنهنجي پوئين سموري فڪري وابستگيءَ تان هٿ ڪڻي ڇڏيو هُئو. بلڪل ائين"منصور ملڪ" ان ساڳئي ڪمري ۽ ساڳئي بستري تي ڪُجهه لفظن جي ڦيرڦير سان ساڳي ٻولي ڳالهائي هُئي ۽ بلڪل ساڳيءَ طرح پنهنجي پوئين وابستگيءَ تي ڪراس لڳائي ڇڏيو هُئو!

7777281 ۽ پريان ڪنهن ننڍڙي ٻار جو آواز آيو هيلو!! مون نمبر وري ورجايو .. ۽ ننڍڙي سڏ ڪري رسيور ڪنهن ٻئي کي ڏنو هيو. ادا مان "رکيل مورائي" تو ڳالهايان. ڊاڪٽر "منصور ملڪ" سان ڳالهائي سگهجي ٿو؟ ۽ پريان مردانو آواز آيو، " سائين!، ڊاڪٽر صاحب کي دل جو دورو پيو آهي. هو ستن ڏينهن کان جناح اسپتال جي دل واري شعبي ۾ آهي. مان حيران هوس ، ان ئي شام جو ڪارڊيو ويسڪيولر C.C.U_ 2 ۾ بيڊ نمبر6 تي مان "منصور ملڪ" سان ڪچهري ڪري رهيو هوس. هو ان ئي جڳهه تي هُئو، جتي ڪجهه

عرصو اڳ مرشد اياز هئو ۽ جتي ئي مان ۽ ڪلثوم ساٿس ملڻ ويا هئاسين ۽ هُن زندگيءَ جي ڪجهه لون رُخن جي آڳاهي ڏني هئي. اياز شايد گهڻي ڀر گهڻو به ان انيڪ ڪان پوءِ ئي لکيو هئو. اڄ "منصور ملڪ" به ان جڳهه تي آهي ۽ شايد گهڻي شاعري به ڪئي اٿائين گڏوگڏ اهو انڪشاف به ڪيو اٿائين تہ هيءَ شاعري مونکان ڪاڀي طاقت لکرائي رهي آهي. جنهن کي سهيڙي نالو ڏنو ويو آهي " الا مان اڏري ويندوسانءِ" ڪڏهن ڪڏهن اتفاق هڪجهڙا ٿيندا آهن.

"منصور ملڪ " کي سندس هن تجربي مان جيڪي پڙ پيو آهي، اهو ئي سندس گيان (علم) آهي جنهن مان ئي سندس روحاني اساس ٻجهڻ واري آهي، جو تہ روحاني ۽ سچائي واري تعليم هِتان هُتان ڪانہ ملندي آهي، خاص ڪري ان ماڻهوءَ کي جنهن جو واسطو/ سلسلو منصور حلاج جي پوئلڳن سان ملندو هجي، هُن ماڻهوءَ جي روحاني تسڪين يا" ڪوءِ يارِ ۾" آهي يا" سوءِ دار ۾" آهي ۽"منصور ملڪ" في الحال پهريون رستو قبوليو آهي. جنهن سان سندس اڄ جو جيون سڦلو ٿيڻ جي اميد وابستا آهي ۽ جنهن جوئي هي ڪرشمو آهي جو "منصور ملڪ" هڪ مهيني اندر اسانکي شاعريءَ جو هڪ سُهڻو ڪتاب ڏنو آهي، هن موقعي تي مون کي اياز جي هڪ سِٽَ ياد اچي رهي آهي،

عشق اسان وٽ آرائيڻ جيئن آيو جهول ڀري.
ڪوئي ڪيئن ڪري.
ساڳي وقت "منصور " جو هڪ شعر بہ ايري آيو آهي،
هُئي ڏاڏي بيچين حياتي،
"هُن" جي آئي نيٺ ڪلڻ ٿيو.

"هُن" لفظ کي سمجهڻ گهرجي ۽ جڏهن اهو سمجهه ۾ اچي ويو تڏهن منصور جي شاعري جو وڏو حصو سمجهه ۾ اچي ويندو.

سوهي، سوهو ، سوپرين سوپسام.
(شاهہ)

ڀٽائي جي سٽ وانگي منصور جي شاعريءَ جو محور" هو" آهي، ان ڪري "منصور" پنهنجي شاعريءَ جي سمورن اشارن، ڪناين، تشبيهن ۽ تمثيلن ۾ "هُن" سميت موجود آهي. ۽ "هو" ئي آهي جو سندس شاعريءَ جي هر رنگ ۾ نمايان آهي.

منصور ملڪ اڄ جتي آهي انَ مان اهو اندازو لڳائڻ آسان آهي منجهس قدرتي شاعرائي ذات تہ موجود هُئي، پران جو ظهور"هُن" کي پسڻ کان پوءِ ئي ٿيو آهي، ائين آهي ڇا تہ "منصور" ملڪ کي ڪجهہ ٻيو بہ ڪپندو هُئو؟ جنهن جي حاصلات ڪيس ڪٿان کان ڪٿي پهتڪايو آهي. (ذهني ۽ نظرياتي طور) پر ڪيس جيڪي ڪجهہ جتان ملئو هُئو، اهو ڪيس اتان ئي مليو آهي. ڇو تہ سندس سموري شاعري پڙهڻ کان پوءِ مان جنهن نتيجي تي پهتو آهيان، اهو هيءُ آهي تہ: ڪيس جتان جيڪي ڪُجهہ ملئو هُئو اهو ملي چڪو هُئو." هُن" وٽان ڪيس جيڪي مليو آهي، اهو بنههَ الڳ ٿلڳ آهي. ڪيس اڳ۾ جتان بہ ڪُجهہ مليو اها سندس مستقل منزل ڪانہ هُئي. اها وقتي مهمان سراءِ هُئي. جنهن کي بہ "منصور ملڪ" ڏاڍي اعتماد سان اظهاريو آهي. سندس پراعتماد پرسائڳي وقت بنهہ سادگيءَ واري اظهار پويان سندس دل کي لڳل گهري گهاءَ جو لِڪڻ ممڪن نہ رهيو آهي ۽ اهو گهاءُ ئي آهي جيڪو هن جي شاعريءَ جو جنم داتا آهي جيتوڻيڪ هن پنهنجي نظرياتي وابستگيءَ وقت بہ ڪُجهہ لکيو جيڪو بہ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيل آهي پرسندس تازي شعر ۽ پوئين شعر ۾ رات ڏينهن جو فرق آهي، سندس پوئين شاعريءَ ۾دماغ جو دخل آهي ۽ تازيءَ شاعريءَ ۾ دل جو درد آهي. هونئن شاعري اها محبوبہ آهي جو هر شاعر چاهيندو آهي تہ سندس پيشانيءَ تي لتڪندڙ چنبيليءَ جهڙين ڇڳن کي ڇُهي سگهي، سندس گلابي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي جهومي سگهي، سندس نگاهن جي خمار کي پنهنجي اکين جي پيالن ۾ اوتي سگهي، سندس ڳاڙهن چپن کي چُمي سگهي، سندس سرير کي ڀاڪر ۾ ڀري بادلن جي بلندين

تائين ڪٿي وچي ۾ جڏهن سندس ڇپن تي مرڪ ايندي آهي تڏهن ڪائنات جهومي اُٿندي آهي.

"منصور ملڪ" جي شاعريءَ ۾ سندس خانگي درد ڪُجهه وڌيڪ جڳهه والاري آهي، اهو ان ڪري به جو هر تخليقڪار جي سرجڻ پويان هُن جو خانگي درد ئي آهي، جو بنيادي اهميت رکي ٿو. هونئَن سندس سموري شاعري پڙهبي ته ان ۾ گهر جو غم، ڳليءَ جي ڳڻتي، ديش جو درد، انسانيت جي ڪرندڙ حالتن تي افسوس جو اظهار به ملندو.

هڪ امڪان اهو به آهي ته اڄ جو سنجيده پڙهندڙ "منصور ملڪ" جي سموري شاعري پڙهڻ کان پوءِ اهو چوي ته شاعر صنفن ۾ موضوعن جو توازن برقرار نه رکي سگهيو آهي؟ ته ان لاءِ وري به هن شاعريءَ کي ۽ شاعر کي سندس ارد گرد ڏسڻو ۾ جا چٽو پوندو، متين حوالي ۾ مان هڪ وضاحت ڪندو هلان ته اسان جي هن شاعر دنيا جي مختلف ٻولين جي ادب جو مطالعو ڪيو آهي ۽ ڪافي ٻوليون ڄاڻي به ۽ گهڻائي ملڪ گهمي به آيو آهي، خاص ڪري اولهه وارا ملڪ ، ان سموري روئداد هن شاعرتي ادبي طور اهو اثر وڌو آهي جو هو پنهنجي شعري صنفن سان انصاف نه ڪري سگهيو آهي. مثال طور سندس وايون صنف جي لحاظ کان وايون آهن پر موضوع جي لحاظ کان نظم جي ويجهو آهن، سندس ڪجهه غزل به غزل جي فارم ۾ لکيل نظم آهن، اهو سندس ٻاهرئين مطالعي جو سندس شعري صنفن سان ڏاڍ آهي ضرور پر ان جو ڏوهيه به شاعر تي گهٽ آهي. اهم سبب اهو آهي تي"منصور ملڪ ويهارو کن ورهيه ادبي دنيا کان ڪٽيل رهيو آهي جنهن ڪري سندس اندر جو فنڪار ڪُجهه وقت خاموشيءَ جي ننڊ ۾ سُتل رهيو، هاڻ جڏهن ڪنهن نازنين جي نهار سندس دل جو دروازو کڙڪايو آهي ته سندس اندر وارو شاعر پنهنجي سموري آب تاب سان ۽ سموري شاعرانئي حُسناڪيءَ سان اسان آڏو آيو آهي.

اسانجو پڙهندڙ جيڪڏهن اهو چوي ته اسانجي هن شاعر جو لهجو اڄ جو مروج لهجو نه آهي ته ان لاءِ به مان مٿي ڄاڻائي آيو آهيان ته اسانجو هي شاعر ٻاهرئين ادب لاڳاپيل هئڻ ڪري ۽ ٻاهر رهڻ ڪري پويان ويهارو ورهيه سنڌي شعري ادب سان لاڳاپي ۾ نه رهيو آهي اُن ڪري ڪيس اڄ جي مروج شاعراڻي لهجي جي پروڙ گهٽ آهي. سنڌي شاعري اڄ جنهن تڪائي جي ضد ۾ آهي اهڙي اڳ۾ نه هُئي، اڄ جي سنڌي شاعري روايت کان هٽي، ڪنهن به اجائي وڏاءَ ۽ ناهه نوهه کان سواءِ، بلڪل سهج سڀاءَ ٻوليءَ ۾ (تکي يا مِٺي) پرنجَ احساس جي سطح تي اچي بيٺي آهي خاص ڪري غزل!

اڄ جو غزل پنهجو پاڻ ۾ اڄ جون سموريون ڪڙيون توڙي مٺيون حقيقتون ضم ڪري ويو آهي ۽ ڏاڍي بردباريءَ سان اهو بار ڍوئي رهيو آهي. ائين به نه آهي ته ڪو "منصور ملڪ" ان سموري غزل جي يا سنڌي شاعريءَ جي ماحول کان اڻ واقف آهي سندس هيٺ ڏنل غزل جا بند اڄ جي سنڌي غزل جي لهجي جي پورائي ڪن ٿا.

جيڪو چوڻ چاهين ٿو ٻول
منڙاپنهنجا ڇپڙا کول
شيشي جهڙي منهنجي دل
چوٿو ڪيڏين سمجهي ٿول

پنهنجي زلفن جي ڇانوَ ۾
هڪ گهڙي آرام ڪرڻ ڏي

تنهن هوندي به "منصور ملڪ" جنهن دور ۾ باقائدي لکيو، ان سڄي دور جي شعري ادب جي سندس شاعري تي اڻ مٽ ڇاپ آهي سندس گهڻي شاعري ان دور جي نمائندگي ڪري ٿي. ان دور جون سياسي حالتون جن جي ضد ۾ سنڌ رهي آهي، اُن دور جو مروج لهجو

فڪر سڀ جو سڀ سندس شاعريءَ ۾ زوردار نموني ايري بيٺو آهي. اڄ جي پڙهندڙ جي تقاضا جي باوجود جيئن تہ هي "منصور ملڪ" جو پهريون ڪتاب آهي، ان ڪري سندس پوئين دور جون سموريون لکيون هن ڪتاب ۾ شامل ڪيون ويون آهن، جيئن اهو دور بہ رڪارڊ تي رهي ۽ اهي لکڻيون بہ محفوظ رهن. پوين شعرن کي هن ڪتاب ۾ شامل ڪرڻ مان هڪ ٻيو فائدو اهو بہ ٿيندو تہ پڙهندڙ شاعر جي شعري ارتقا جو اندازو بخوبي لڳائي سگهندو. ڪتاب ۾ شامل نظم ۽ وايون لڳ ڀڳ ان دور جون آهن جنهن کي سنڌ جو اونداهو دور چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. ون يونٽ وارو دور ۽ ان کان ڪجهہ پوءِ وارو دور اهو بہ شعر واضح ڪن ٿا. منصور ملڪ بنيادي طور ساهتي پر ڳڻي جو. آهي، ان ڪري سندس ٻولي صاف سهڻي، لهجو سرل، سڌو، اظهار ۾ سادگيءَ ڪاڌڙسچائي. مان سمجهان ٿو منصور جو سادو اظهارئي سندس سچي فنڪار جي ضمانت ڏئي ٿو.

منصور جا ڪجهہ غزل پڙهي انهن جي ڪافعي ۽ رديف تي سوچي سندس شاعريءَ جي فن تي ظابطي هجڻ جو اندازو بہ ڪري سگهجي ٿو.مثال طور هيءُ غزل

سنڌ جا کيت ۽ گهر سلامت-
شال رهن، سي بر سلامت-
سنڌڙيءَ جا اوجنگي دودا،
ٺنهنجي پڳ جا ورَ سلامت-

مٿين غزل جو قافعو ۽ رديف جيتوڻيڪ بار بار استعمال ٿيو آهي. تڏهن بہ منصور جي اظهار کي ڏسي ۽ شعر ۾ قافعي ۽ رديف جي مظبوط جڪڙ کي ڏسي اهو اندازو لڳائي سگهبو تہ کيس فن جي ڄاڻ بہ آهي، اصل ۾ جنهن انداز سان پڙهندڙ شاعري پڙهي ٿو يا جيڪي پابنديون هو شاعريءَ تي لڳائي ٿو، انهن جي شاعر کي ڄاڻ نٿي رهي ، پرهن ڪتاب ۾ شاعر حرفن کي ڪيرائڻ يا حذف ڪرڻ واري اجازت

مان ڪُجھ وڏيڪ فائدو ورتو آهي، پيو تہ هن شاعر ڪجھ غير مروج وزنن تي بہ لکيو آهي، جيڪي اڄ جي پڙهندڙ جي ٽيسٽ جا نہ آهن يا پڙهندڙ جي ظابطي هيٺ فوري نٿا اچن مثال طور هي غزل

دلڙي ڦري دلبر پوءِ ڏڪارڻ بہ چڱو ناهہ!

ياڻئڻ نہ پڇي ٿو تہ ڏتارڻ بہ چڱو ناهہ!

يا

هُن ســـان گـڏ رقـيـب آهـي ڇو؟

گـلـن ســان گـڏ ٿـيـو خار ڇوآ؟

مان ورجايان ٿو تہ

"الامان اڏري ويندوسانءِ" ڪتاب اهڙن شعرن جومجموعو آهي، جن کي پڙهي اسانجو پڙهندڙ ڪنهن بہ مونجهاري ۾ پوڻ کان آجو رهندو هن ڪتاب جي گهڻن شعرن ۾ اڄ جي زندگيءَ جي نعمت ۽ اذيت سوچ ويچار / ۽ آچار وهنوار/ رشتن جي نئين تشريح جون ڪيئي تصويرون شامل آهن، جن ۾ جدت جا سنڌي لفظ / فقرا ۽ فيشن زده موضوع غير حاضر آهن، جنهن ڪري شعر پڙهندي اجنبيت جو احساس نٿو اُڀري ۽ نہ وري مالي خوشحاليءَ جي نمائش ظاهر ٿئي ٿي، البت ڪٿي ڪٿي شاعر جي خوشمزاجي شعر ۾ گسي آئي آهي، جنئين تہ هيءَ شاعر جو پهريون ڪتاب آهي، ان ڪري هيءَ سندس پهرين سڃاڻپ آهي، اها سڃاڻ ڪيترو اثر دار رهي ٿي ان جو انتظار آهي. اصل مسئلو ان سڃاڻپ جي احساس ڏيارڻ جو آهي، ۽ اهو احساس اهو آهي تہ هنن شعرن ۾ ذهني ولوڙ جي بوءِ نہ ايندي، نہ لفظ بازي نہ ترڪيب جون ڪثرتون ۽ ڪمال، مطلب تہ هيءَ شاعري مصنوعيت جي عيب کان آجي نظر ايندي.

۽ اهي چند خصوصيتون ئي آهن جيڪي شاعر جي معيار / درجو مقرر ڪرڻ ۾ هتي ڏين ٿيون شهيد عبدالرزاق سومري جي نانءُ هڪ نظم ۽ مولانا عبيدالله سنڌي جي حضورم هڪ نظم پڙهي ڏسجن يا

منصور جو ن وايون - جن جي ڀولي بہ سنڌ جي ڳوٺاڻي جيان سادي سڀاجهي ۽ معصوم آهي.

هر شاعر پنهنجي سُڃاڻ پاڻ جوڙيندو آهي، سندس درجو / معيار جو ماپو سندس لکڻين/ شعرن مان ئي ملندو آهي ۽ نہ ٻاهرين وسيلن جي ذريعي جيئن عهدا ۽ انعام وغيره . مٿين غير ادبي ماپن تي کنهن بہ تخليقڪار جي تخليقن کي اعليٰ سڏڻ ياگهٽ معياري سڏي لوڻ ۽ ڪجهہ اهڙي قسم جا ٻيا رنگين / اڻنگا طريقا.

سُٺي يا اعليٰ شاعر جي سڃاڻ سندس موضوع - فڪر لهجي - فن جي پختگيءَ زبان جي استعمال- طرزِ بيان مان ظاهر ٿئي ٿي/ ان سان جڙي ٿي، ۽ اهڙي سڃاڻ پيدا ڪرڻ لاءِ اڀياس ۽ مشق جي سخت ضرورت پوي ٿي، ان ڪان اول اهم نقطو اهو آهي تہ شاعر ۾ تخليقي قوت جي شمع روشن هُجي، جيڪا منصور ملڪ ۾ ڪنهن حد تائين آهي، پر سوال آهي، تہ هو پنهنجي اهڙي مضبوط سُڃاڻپ جوڙي سگهيو آهي؟ مان سمجهان ٿوتہ هو ان تجربي ( process ) مان گذري رهيو آهي، ان ڪان گهڻو پري ڪونهي، پر پوءِ بہ ڪيس اڃاڳيل پنڌ ڪرڻو آهي. ڪي ليکڪ تہ بنا وک کڻڻ ئي ماڳ تي پهچڻ جي دعويٰ ڪندا آهن، منصور اهڙي ڪنهن بہ خوش فهميءَ ۾ مبتلا ڪونهي نہ ئي هُن "وڏي" هجڻ جو ڀرم پاليو آهي.

اهو بہ ممڪن آهي تہ ڪي اديب منصور ملڪ کي نِراشاوادي ڪوٺين- پر اِتي بہ هو اهو وساري ٿا ويهن تہ جيترو ڪو زندگيءَ کي ويجهڙائيءَ سان ڏسندو ۽ سوچيندو اوترو ئي ڪيس حيات جي هر روشن گوشي ۾ اونده نظر ايندي، ان ڪري شاعر کي غم پرست يا نراشاوادي ڪوٺڻ بجاءِ حقيقت پرست ڪوٺڻ ئي ٺيڪ/ درست ٿيندو، جو تہ هو جيڪي ڪجهہ ڏسي وائسي ۽ محسوس ڪري ٿو، ان جي ئي لفظن ۾عڪاسي ڪري ٿو. "منصور" ملڪ جي هن ڪتاب کي پڙهي اهو احساس شدت سان محسوس ٿئي ٿو تہ منصور پنهنجي جذبات،

سوچ، فڪر جي اظهار ۾ خود سان ايماندار آهي، پوءِ اهو ڪنهن ڪي وٽي توڙي نه وٽي ۽ اهو رويو ئي ڪيس اڳتي هلي سنڌي شاعريءَ جي هن خوبصورت گلدستي ۾ هڪ خوبصورت گل جي نجي سڃاڻپ بخشيندو- اها اسانجي آس آهي.

مونکي اميد آهي ته منصور ملڪ جو هيءَ ڪتاب "الامان اذري ويندو سانءِ" سنڌي شاعريءَ جي سنجيده پڙهندڙن وٽ پنهنجي انفرادي اهميت اوس ماڻيندو.

۽ اياز جي مٿين سٽ جي ٻاجهه جو هٿ اڳتي به منصور جي شاعريءَ تي رهندو ۽ بس!

رڪيل مورائي

1 سيپٽمبر 1999ع

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# تون هي تون.......

اج جڏهن مان پنهنجي ڪتاب جي باري ۾ ڪجهه لکي رهيو آهيان تڏهن محسوس ٿي رهيو آهي تہ لکڻ ۽ پڙهڻ شروع ڪان وٺي منهنجي طبيعت جوحصو رهيو آهي . 66-1965ع جي دوران مان روزانہ عبرت اخبار ۾ هفتيوار" ٻارڙن جي ٻاري" ۾ لکندو هوس، انٽر گورنمنٽ ڪاليج نواب شاهہ مان ڪيم. جتي سنڌيءَ جي پروفيسر احمد ميمڻ صاحب (هالا واري) سنڌي شاعري ۽ ان جون صنفون وغيره خوب سيکاريون ۽ پوءِ مان 1970ع ۾ ڪاليج جي مخزن جو جوائنٽ ايڊيٽر ٿيس. نواب شاهہ جي شاگردي واري دور ۾ سنڌي ادبي سنگت جي هفتيوار گڏجاڻين ۾ پڻ شرڪت ڪندو رهيس جتي نور عباسي، بشير ڀگهيو ۽ عبدالحڪيم ارشد سان ميل جول ٿيو. انٽر سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪرڻ سبب ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا نہ ٿي سگهي

لحاظ S.V ڪورس ڪرڻ لاءِ سڪرنڊ جي ٽيچر س ٽريننگ ڪاليج ۾ داخلا ورتم جتي راشد مورائي، مثل ڪَمالائي، خاڪي جويو، تاج جويو ۽ ٻين سان واقفيت ٿي جيڪا اڳتي هلي دوستيءَ ۾ تبديل ٿي . هي اهو وقت هوجومون ڪچو پڪو لکڻ شروع ڪيو. ان جي اصلاح ڪڏهن راشد ته ڪڏهن تاج ڪندو هو ۽ اهڙي طرح سڪرنڊ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ حصو وٺندو رهيس . هي وقت ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ جو هو تنهنڪري شاعري ۾ قوم پرستي ۽ وطن دوستيءَ جو عنصر ايري اچڻ فطري هُئو .

سڪرنڊ ۾ سنگت جي مشوري سان "منصور" تخلص پيو. S.V فرسٽ ڪلاس ۾ ڪرڻ بعد مونکي اسماعيل ينڊ اسڪول ۾ ماستري جو آرڊر مليو هي اسڪول نواب ولي محمد ڪان چار پنج ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي ڪچي ۾ هو هتي ست اٺ مهينارهڻ دوران مون کي سنڌ جي اصل خوش ڪيڪر ڪان علاوه راجوٽن ۽ چوراٽن فيصلن ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو ويجهڙائي ڪان مشاهدو ماڻڻ جو اتفاق ٿيو. اهو به منهنجي زندگيءَ جو هڪ سٺو تجربو هو جيڪو اڳتي هلي شاعريءَ تي ڪنهن نه ڪنهن طرح ضرور اثر انداز ٿيو. اديب سنڌيءَ جو امتحان مصطفيٰ اورينٽل ڪاليج نوان جتوئيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيم . انٽرجيڪا ٻيهر ڏني هيم ان ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿيس ۽ اهڙي طرح ماستري تان استعيفا ڏئي مون لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ورتي ڊاڪٽريءَ جي سخت پڙهائيءَ سبب ادبي سنگت سان رابطو ته نه رهي سگهيو پر تنهن هوندي به ڪنهن حد تائين لکڻ پڙهڻ جو ادبي ذوق ڪوشش ڪري برقرار رکيو آيس.

پنهنجي آخري سال MBBS 78/ -1977ع ۾ ڪاليج جو ميگزين سيڪريٽري چونڊجي ويس ۽ "لياقت" مخزن ترتيب ڏنم. ان عرصي دوران تماهي "لطيف" پڻ شروع ڪيم جنهن جو صرف هڪ پرچو ڪڍي سگهيس . ان سڄي عرصي دوران منهنجي شاعري ۽

ڪھاڻيون مختلف رسالن جھڙوڪ پيغام ، مارو ، لطيف ، سھڻي ۽ اڳتي قدم وغيره ۾ ڇپجنديون رهيون. هتي وري جيڪي ادبي دوست ٿيا انهن ۾ مولابخش جوڻيجو ، سليمان سولنگي ، عزيز ٽالپر ، نسرين جوڻيجو ، سريچند هرجاڻي گھائل ، محمد خان مخمور ، عنايت بلوچ ، خليل قاضي وغيره شامل هئا. ميگزين سيڪريٽري جي حيثيت ۾ 4 ڊسمبر 1977ع تي ايل. ايم. سي جي لطيف هال ۾ سنڌي ادبي ڪانفرنس منعقد ڪرايم، جيڪا ٽن نشستن يعني پهرين مشاعري جي نشست تي، جنهن جي صدارت تنوير عباسي ۽ مکيه مهمان استاد بخاريءَ جن هئا. ٻي نشست ڪهاڻين ۽ مقالن جي هئي، جنهن جي صدارت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ مهمان خاص ظفر حسن جن هئا. ٽين ۽ آخري نشست راڳ رنگ جي هئي، جنهن جي صدارت اي.ايچ ڪريم ميمڻ صاحب جن ڪئي. "سنڌي ادبي ڪانفرنس" جي رپورٽ نئين نهي فيبروري 1978ع واري پرچي ۾ شايع ٿي.

1979ع ۾ جناح اسپتال ڪراچيءَ ۾ منهنجو ميڊيڪل آفيسر جو آرڊر ٿيو جتي ست اٺ مهينا ڪم ڪرڻ بعد منسٽري آف ايجوڪيشن اسلام آباد منهنجو نالو اعليٰ تعليم لاءِ روس ۾ تجويز ڪيو ۽ اهڙي طرح جناح اسپتال مان استعيفا ڏئي 9 - ڊسمبر 1979ع تي ڪراچيءَ کان ماسڪو لاءِ روانو ٿيس. ٽي ڏينهن ماسڪو ۾ رهڻ بعد مون کي تا شقند روانو ڪيو ويو مان لاڳيتو ڇهه سال رهيس انهن ۾ هڪ سال روسي ٻولي سکڻ ، ٻه سال ڊ پلوما ۽ ٽي سال ڊاڪٽريٽ ( Ph.D ) شعبه بيهوشي ۾ لڳا . انهن ڇهن سالن دوران گرمين ۽ سردين جي وئڪيشن ملندي هئي جنهن جو فائدو وٺندي مون کي پنڌرهن سورهن ملڪ گهمي ورتا. انهن ۾ زياده تر (EAST ۽ WEST يورپ جا ملڪ شامل آهن ) چاليهه ڏينهن (26 آگسٽ 1981ع کان4 آڪٽوبر1981ع ) آمريڪا جو سير ڪيم ان دوران ڪئنيڊا جي شهر ڪرين بروڪ ڏسڻ جو پڻ موقعو مليو. ٻه دفعه

افغانستان ڏسڻ جو اتفاق ٿيو ۽ هڪ دفعو انڊيا مان گذريس. انڊيا ۾ ٻن هفتن جي قيام دوران الهاس نگر گهمڻ ويس، جتي موهن ڪلپنا، ڊاڪٽر ارجن سڪايل ۽ پروفيسر هيرو شيو ڪاٽي سان ڀرپور ڪچهريون ٿيون. بمبئيءَ ۾ ماستر چندر، اُتم ۽ سندري سان گڏجاڻي ٿي. واپس ايندي دهليءَ ۾ هريڪانت جيٺواڻي سان روح رهاڻ ٿي. هنن ملاقاتن ۾ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي صورتحال عمومي طور ۽ ادبي صورتحال خصوصي طور بحث هيٺ آيون. سنڌ لاءِ سڪ ڏاڍي ڏٺم. هند ۾ ٻه هفتا رهندي جتي خوشي به اٿم جو هيڏي بلند پايه جي سنڌي اديبن سان ملاقاتون ٿيون، اتي ڏک ان ڳالهه جو اٿم جو مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ مرزا غالب جي مزارن تي حاضري نه ڀري سگهيس ۽ نه وري تاج محل جو ديدار ڪري سگهيس.

اهڙي طرح روس ۾ ڇهه سال رهندي جتي سمر قند وڃي تيمور لنگ جي مزار ته ڏسي آيس پر اتي افسوس اهو به اٿم جو نه ته ليٽن گراڊ ڏسي سگهيس ۽ نه وري پنهنجي پسند يده شخصيت راسپوتين جي مزار تي وڃي سگهيس. هتي به ڪجهه ويزا وغيره جون رڪاوٽون هيون، جنهن سبب اهي خواهشون پوريون نه ٿي سگهيون. مجموعي طور ايترن ملڪن جي تن تنها ڪيل سفر، جنهن ۾ ڪڏهن راحتون هيون ته ڪڏهن پريشانيون به هيون، جن منهنجي خيالن ۽ سوچن ۾ ڪافي اضافو ڪيو. تقريباً هر ملڪ ۽ شهر مان پنهنجي سفر جو تفصيلي خط راشد مورائي ڏانهن ٿي لکندو رهيس، جيڪي راشد ڪان وڃائجي / هيڏي هوڏي ٿي ويا آهن. جنهن جو مون کي نهايت ئي افسوس آهي.5-نومبر 1985ع تي روس مان ڪورس مڪمل ڪري ڊگريون وٺي وطن واپس وريس. جنوري 87ع کان ڪراچيءَ ۾ لوڪل گورنمينٽ جي اسپتال سويراج ميٽرنٽي هوم ۾ سينيئر اينسٽيٽسٽ جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو آهيان. وچ ۾ ٻه سال ڪن (92-1990ع) پيپلز ميڊيڪل ڪاليج نوابشاهه ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور شعبه

بيهوشي ۾ پڻ ڪم ڪير.

6 مارچ 1993ع تي پهريون دل جو دورو پيو. 25 ڏينهن نوابشاهہ اسپتال جي آء. سي. يو (I.C.U) ۾ رهيس. هن حادثي ڪانپوءِ مون محسوس ڪيو تہ منهنجي خوشين جا ڏينهن ختم ٿيا ۽ مصيبتن ۽ تڪليفن جو دور شروع ٿيو ۽ پوءِ مان مسلسل- ذهني توڙي جسماني طور بي چين رهڻ لڳس ۽ هن موقعي تي مان صحت. هدايت ۽ راهنمائي لاءِ واجهائڻ لڳس. بقول منهنجي دوست جي چوائي تہ مذهب وڏي ۾ وڏو Tanqulizer آهي ۽ اتي ئي ماڻهو کي ذهني ۽ جسماني سڪون ملي سگهي ٿو.

موت اٽل آهي. جڏهن اچڻو هوندو اچي رهندو. ان لاءِ فڪرمند ٿيڻ جي ڪا ضرورت ناهي. انسان مسافر آهي پر ڪائنات جي خلقيندڙ ان ڪي ڪنهن مقصد لاءِ پيدا ڪيو آهي هاڻي مان ڪائنات. ان جي نظام. مذهب- زندگيءَ گذارڻ جو ظابطہ حيات ۽ ٻين انيڪ موضوعن تي غور وفڪر ڪرڻ لڳس. هي منهنجي لاءِ هڪ يو (U) ٽرن هو. هي اهڙو وقت هو جو مان دل جي دوا سان گڏ دين طرف بہ مڙندو ويس ۽ محسوس ڪرڻ لڳس تہ منهنجي طبيعت ۾ آهستي آهستي بهتري اچي رهي آهي. مون مان موت جو خوف ڪڍڻ ۾ جتي دين وڏو ڪم ڪيو اتي ڪجهہ فلسفين بہ سٺي مدد ڪئي. مثال طور اسپنوزا ۽ شوپنهار وغيره قابل ذڪر آهن. جيڪي ٻئي ويدانتي هئا ۽ انهن جو سلسلو شاهہ لطيف. بلي شاهہ ۽ ڪبير وغيره جي فڪر سان ملي ٿو.

اِڪتي هلي مون هڪ بزرگ واتان ٻڌو تہ جيستائين هيٺيون چار ڳالهيون پوريون نٿيون ٿين تيستائين الله پنهنجو قرب ۽ ويجهڙائي بندي کي نصيب نٿو ڪري. (1) رزق حلال ۽ ان جو صحيح خرچ (2) ڪوڙ نہ ڳالهائڻ يعني قول ۽ فعل ۾ سچائي (3) نماز جو پابنديءَ سان پڙهڻ ۽ ان جو حق ادا ڪرڻ (4) ٻيا نيڪ ۽ صالح عمل ۽ پوءِ مون بہ پنهنجي زندگيءَ جو احتساب شروع ڪري ڏنو. جنهن احتساب/ يعني نفس

شناسيءَ (پاڻ سڃاڻپ) منهنجي غير معمولي مدد ڪئي. جيئن جيئن مان مٿين معاملن ۾ اڳتي وڌڻ لڳس، الله جي ڪبريائي ۽ ان جي ذات ۾ يقين وڌندو ويو تيئن تيئن مان پاڻ کي ان جي قريب ٿيندي محسوس ڪيو ۽ هر طرح پاڻ کي مطمئن ٿيندي محسوس ڪيم. هن وقت قربت ان درجي تي بيٺي آهي جو ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن اهم ۽ فوري مسئلي تي سائنس جڏهن روح جي گهراين سان رجوع ٿيندو آهيان تڏهن مون کي سندس طرفان رهبري ۽ رهنمائي حاصل ٿي ويندي آهي.

دين جي بدولت ئي والدين جي اهميت جي خبر پئي، والده جو تہ 1984ع ۾ انتقال ٿي ويو هو، سو پوءِ بنا دير جي بابا سائين ۽ مان 1998ع ۾ حج جي سعادت حاصل ڪري آياسين. هاڻي جڏهن اتان موٽي آيس تہ هي اهڙو وقت هو، جنهن ۾ مان زماني جي گهڻن غير ضروري وهنوارن سان پنهنجا ناتا ٽوڙي واندڪائي جو وقت حاصل ڪيم، جنهن ۾ يا تہ پڙهڻ لڳس يا لکڻ شروع ڪيم. پڙهڻ ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، شيخ اياز، استاد بخاري، احمد فراز، قتيل شفائي، غالب، سقراط، منصور هلاج، نرائڻ شيام، قرة العين طاهره ۽ ٻين کي پڙهي ورتو. جيتري قدر لکڻ جو تعلق هو تہ جيئن تہ هاڻ مون تي عشق جو دروازو کلي چڪو هو، تنهن ڪري ويهہ سال اڳ ڇڏيل شاعري وري نئين سر شروع ٿي وئي ۽ اها ايتري تہ ٿي وئي جو نئين ۽پراڻيءَ کي ملائڻ سان هڪ ڪتاب ٺهي پيو. هاڻ سنگت زور ڀريو تہ اها ڪتاب جي صورت ۾ شايع ٿيڻ گهرجي. منهنجي دوستن ڊاڪٽر آنند پنجواڻي ۽ ستار پيرزادي همت ٻڌرائي ۽ هوڏانهن نوجوان دوست رڪيل مورائي ملي ويو تہ ڇپائي جا مرحلا تڪڙا طئي ٿيڻ لڳا. اهو ڪم اڃا ٻئي پروف ريڊنگ جي مرحلي ۾ ئي هو جو مون کي 11 جولاءِ 1999ع تي ٻيو دل جو دورو (Infarction) پهچي ويو ۽ اهو ايترو تہ شديد هو جو ڊاڪٽر خود هڪ مرحلي تي منهنجي زندگيءَ مان مايوس ٿي ويا، پر منهنجي مالڪ وٽ منهنجي زندگي اڃا لکيل هئي، سا مون کي ملي.

موت اڳي بہ ڪيترائي دفعا ويجهو آيو، پر هر دفعي ناڪام موٽيو. هن دفعي تہ اصل ڀڪئين پئجي ويو هو. چوندا آهن تہ، "مارڻ واري ڪان بچائڻ وارو وڏو آهي." مون سان بہ اهو ئي ڪم ٿيو. سوچيندو آهيان تہ مون سان ايترا معجزا ڇو ٿا ٿين؟ ربّ بار بار زندگي ڇو ٿو عطا ڪري؟ آخر مون مسڪين گناهہ گار ڪان ڪهڙو ڪم وٺڻو اٿس؟ منهنجي ذهن ۾ اهڙا انيڪ خيال ۽ سوچون اچڻ لڳنديون آهن. هاڻي هي اهو وقت آهي جو مان تصوف جي مختلف طريقن، ايمان، يقين ۽ حق ۽ صداقت جي علم لاءِ ڪنهن اهل دل جي تلاش ۾ رهڻ لڳس ۽ نيٺ اها تمنا بہ هڪ بزرگ شيخ هاشم رضا سان ملڻ جي صورت ۾ پوري ٿي.

منهنجي شعرن ۾ ڪٿي ڪٿي موت جو ذڪر ٿيل آهي، يا جيئڻ ڪتاب جي عنوان مان لڳي ٿو تہ مان سمجهان ٿو تہ اها زندگيءَ مان بيزارگي جي نشاني ناهي بلڪ ان ابدي حقيقت جو اعتراف آهي جيڪا زندگي جي آخري ڏاڪي/ مرحلي ۾ اچڻي آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان موت تي سوچڻ نٿا چاهيون، ان جي پوَ ڪي مات ڏيڻ گهرجي ۽ اهو تڏهن ئي ٿي سگهندو، جڏهن انسان الله جي احڪامن جي مڪمل پيروي ڪندو. يقيناً موت ڪان پوءِ حياتي آهي، جنهن لاءِ فڪرمندي ۽ تياريءَ جي ضرورت آهي.

اسپين جي مشهور شاعر لورڪا پنهنجي دوست جي موت تي نظم لکيو، جيڪو ڏڳي سان وڙهندي (Bull Fight) ۾ مري ويو. امير خسروءَ سلطان محمد جي موت تي مرثيو لکيو. مهان شاعر شيخ اياز "دودي جو موت" آپيرا ۾ زندگي ۽ موت جي ٻنهي حقيقت ڪي سٺي نموني چٽيو. سچ تہ اهو آهي تہ هن عارضي ۽ فاني دنيا کي پنهنجي ڏيان تان هٽائي مالڪ حقيقيءَ سان رشتو جوڙڻ ئي، حضرت انسان جو مقصد هئڻ گهرجي ۽ هن دنيا ۾ ماڻهو هڪ صاف ۽ شفاف زندگي گذاري وڃي. هي دنيا گذرگاهہ تہ ضرور آهي، پر قيام گاهہ نہ آهي ۽ جڏهن مالڪ حقيقيءَ جو سڏ ٿئي تہ پوءِ کلندي خوش ٿيندي اڳئين سفر

جي تياري ڪري. چوندا آهن تہ، "رنگ رتل چڏجي- ميلو متل چڏجي."

"الا مان اڏري ويندو سانءِ" توهان جي هٿن ۾ آهي. هي منهنجي شاعريءَ جو پهريون مجموعو آهي، جا هڪ ڪچي پڪي ڪوشش آهي. گهٽ وڌايون ضرور هونديون. ٿي سگهي ٿو تہ ڪٿي فن جي تہ فڪر ۾ ڪوتاهي هجي ۽ جي ڪٿي فڪر هوندو تہ وري فن ضربيل نظر اچي. پوءِ بہ آس اٿم تہ پڙهندڙ منهنجي هن پُرخلوص ڪوشش جي آجيان ڪندا.

مان پنهنجي انهن سڀني دوستن جو شڪر گذار آهيان، جن اسپتال اچي منهنجي عيادت ڪئي ۽ خاص طور تي ڊاڪٽر محمد صالح پُرتَ جو، جنهن پهرئين دل جي دوري ۾، نوابشاهہ ۾، گهر ڪان ڪارڊيو ويسڪيولر پهچايو ۽ ڊاڪٽر نند لال درياڻيءَ جو، جنهن ٻئي هرٽ اٽيڪ ۾، ڪراچيءَ ۾، فليٽ ڪان I.C.U پهچايو ۽ هتي ٻنهي ڊاڪٽرن / يارن حال آهر ايمرجنسيءَ ۾ منهنجي سٺي مدد ڪئي. ان ڪان سواءِ ڊاڪٽر زهره طاهر، ڊاڪٽر سيما بدر، راهي ڀائي، نذير قريشي، ايوب جتوئي، حاجي خان پريو، رشيد هميراڻي، پير بخش چڇڙو، امداد چانڊيو، عبدالستار منگي، ڊاڪٽر شمس بروهي، عبدالرحيم انصاري، ڊاڪٽر احسان سيال ۽ ٻين دوستن جو پڻ ٿورائتو آهيان، جيڪي پنهنجا ڪم ڪاريون سيڙائي اسپتال ۾ منهنجي طبيعت ڏسڻ/ پڇڻ هر ٻئي ٽئين ڏينهن ايندا هئا يا فون تي خبر چار وٺندا هئا. ڪجهہ دوست گهر تي پڇڻ پڻ آيا.

... ۽ پنهنجي عزيزن ۾ والد بزرگوار، گهر واري، پٽ فهيم رضا ۽ سليم رضا*، ڌيءُ هُما تبسم، ڀائرن عبدالغفار (جبل)، محمد دائود، ڀائٽين ۾ تسنيم ناز ۽ مريم ناز ۽ ٻين جا مونتي تمام گهڻا احسان آهن، جن هر وقت هر لمحي منهنجي خدمت ڪئي ۽ سارسنڀال لڏي ۽ منهنجي شفا ۽ عمر درازيءَ لاءِ دعائون گهرندا رهيا ۽ رهن ٿا.

* سليم رضا PNSC جي ڪاغان شپ تي ڊيڪ ڪيڊٽ آهي. اتليءَ مان فون ڪرڻ تي ڪيس منهنجي بيماريءَ جو اطلاع ڏنو ويو.

مان پنهنجي جملي پڙهندڙن کي منٿ ڪريان ٿو تہ اهي ڪل انسانيت جي هدايت، صحت ۽ برڪت لاءِ ڏٽي تعاليٰ کان دعائون گهرندا رهن.

آخر ۾ مان پنهنجي ذات ڏيندڙ عظيم هستيءَ جي اڻمين احسانن ۽ نوازشن جو ذڪر ضرور ڪندس، جنهن هن فقير کي عشق جي عظيم تحفي سان نوازيو. هن آخري دل جي جهٽڪي يعني موت ۾ نئين زندگيءَ ڏني تہ جيئن مان پنهنجي هر گناهہ کان هن روشن دنيا ۾ ئي توبهہ تائب ٿيان، پنهنجي مادرِ وطن "سنڌ" جو قرض لاهي وڃان، سندس ڪائنات جي وڏيڪ سونهن پسي سگهان ۽ پنهنجي پيار / عشق جو اڃا اُوچو معراج ماڻي ڏسان.

منصور ملڪ

ڪراچي
09.09.1999

# تون ۽ مان

ڊاڪٽر قيوم، سر جو سودو ڪندڙ، نيٺ ”منصور“ ٿي ويو۔ سندس ڪلام پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿئي ٿو تہ هن مَستَ ، مَستيءَ جي موج ۾ اچي پنهنجو پاڻ سان جهيڙو لاتو آهي ۔ ڪڏهن دسجيو وڃي تہ ڪڏهن دسيو وينو آهي ۔ سندس ويڙهہ ها ۽ نہ ۾ بدلجي وئي آهي. نفي اثبات نروار ٿيو۔ لِڪ ايڏي جو لطيف ٿيو پوي، نرواريءَ ۾ سَچَـُو جي سچ جي سرهاڻ پيو سَونگهائي ۔ ڪڏهن سڀ ڪجهہ ڇڏيو قربانيءَ جي قربت ٿو ماڻي تہ وري سڀ ڪجهہ ساڻ نيو ٿو وڃي پر دل آزاريءَ کان پلئہ بچائيندي، ڪڏهن پاڻ منظر ٿيو بيٺو آهي تہ وري ڪڏهن منظر کي ڳولڻ لاءِ آڪاشَ نهارَ ڪري ٿو ۔ پنهنجي وجود کان بي خبر ٿي منظر جي منتظري ڪري ٿو۔ محسوسات جي گهرائي لفظن جي کوٽ سبب نہ بيان ڪرڻ جهڙي ۔

حساس شخص جي پهرين ڪوشش کيرون لهڻي

نذير قريشي



اڄ حسن تيو عام، خدا خير ڪري،
آ عشق تي الزام، خدا خير ڪري.

محبوب سندم جا تہ گلابي چپڙا،
چوري ڪيئين قتلام، خدا خير ڪري.

ڪاليج مان دلبر جو جڏهين بہ گذر ٿيو،
وڃهندو ويو ماتام، خدا خير ڪري.

محبوب جي هر حڪم تي مون "جيءُ چيو"،
تڏهين بہ آ الزام، خدا خير ڪري.

هر حڪم جي تعميل ڪندو رهيس تڏهن بہ،
ٿيٺو پيو بدنام، خدا خير ڪري.

گر حسن کي سجدي جي اجازت جي هجي،
ڪريان پوءِ صبح شام، خدا خير ڪري.

آ حسن وڏي ڳالهہ وڏي چيز مگر،
آ عشق بہ انعام، خدا خير ڪري.

"منصور" غلام آهہ، اصل کان تنهنجو،
لب تي آ سنڌ، نام، خدا خير ڪري.





وري پٽر پکِهاري ٿي سگهي بيشڪ دعا منهنجي،
جلائي ٿي سگهي گلشن عدوءَ جو اڄ صدا منهنجي.

اسان مانجهي، اسان دودا، اسان ئي سنڌ جا جوڌا،
سدائين سنڌ تان رهندي پئي هر شيءِ فدا منهنجي.

نه گهبرايو ٻڌي دڙڪا، نه ڇرڪو جيل خانن کان،
کهايو مونکي پر سنڌ کان نه ٿيندي دل جدا منهنجي.

سيئي زنجير ٽوڙياسون، ڪري اعلان آزادي،
گهرڻ حق آ بغاوت جي تہ پوءِ ناهي خطا منهنجي.

وطن سنڌ کي ڪري سجدو، ڪندس مان فرض هي پورو،
وطن سنڌ جا نظارا، جهنگ وڻ ٽڻ گل هوا منهنجي.

مران شل سنڌ جيجل لئه، جيان پڻ سنڌ جيجل لئه،
اگر بيمار ٿي پوندس، متي ٿيندي دوا منهنجي.

يلي اڄ دار تي چاڙهيو، اسان "منصور" يارن کي،
زبان تي هر گهڙيءَ هوندي جيئي سنڌ جي صدا منهنجي.





سنڌ جا کيت ۽ کھر سلامت،
شـال رهـن سـي بَـرَ سـلامـت.

سـنـڌ وطـن جو آڌريـاءُ،
شـال هـجي کـيـکـر سـلامـت.

سـنـڌڙيءَ جا او جنـگـي دودا،
تـنـهنجي پڳ جا ور سـلامـت.

مـوج ۾ آئـي آ مـهـراڻ،
کـينجهـر ۽ منـڇر سـلامـت.

سنڌڙي چو ٿي تون گهـبرائين،
اڄا اٿـئي کـونـڌر سـلامـت.

سـادا سـودا هـاري نـاري،
ڏانـدن جوڙا هـر سـلامـت.

مَلـڪ، رسـالـو قـرآن آهـي،
پـٽ ڌڻـيءَ جا سَرَ سـلامـت.





جيڪو چوڻ چاهين تو ٻول!
منڙا پنهنجا چپڙا کول!

نيڻ خماريل ڏسجن ڪيئن،
هڪ گهڙيءَ لئه منهڙو کول!

من جو مندر مُرڪي مُرڪي،
يار ڪري وئين ڏانوا ڏول!

هر ڪنهن ماڻهو عيب ثواب،
ڦوليو منهنجو تون ته نه ڦول!

تنهنجي درشن لئه جو آيس،
ماڻهن ڪوٺيو مون کي رول!

چئـنـي طـرفـن ۾ هـر چوُنـڪ،
عــشـق اسـانـجي جو چوُڀـول!

مـونـکـي ڪـيـئن وسـاريـو تـو،
ڪـانـ نـهـي تـي اهـڙي پـول!

شـيـشـي جهـڙي منـهنجي دل،
چو تـو ڪـيـڏين سـمـجهي ٽول!

آيـو هـان، سـوريءَ سـيـنـگـار،
پـئـي پـاسـي "مَنـصُور" نـ ڳول!





عشق سندءِ پر اچ ديوانا!
سَوَ منصور تيا مستانا!

ساقي ڪونهي، جام ڏئي جو،
خالي پيا آهن پئمانا!

من جو محرم ڪوبه نه آهي،
جاڏي ڪاڏي جڻ ويرانا!

هت سيکو تو مطلب چاهي،
مطلب جا آهن يارانا!

صنم! اچين ها غم گهٽجي ها،
ڳوليون هينئن نه ها مئخانا!

پنهنجي بزم آ، پنهنجي محفل،
پوءِ بہ آهيون چو بيگانا!

روز ڏنا مون ڦيريون پائيندي،
هڪ شمع تي سو پروانا!

توکي ڏاڍو چاهيو آهي،
پنهنجو سمجهي مون اي جانا!

سيڪو عاشق بنجڻ چاهي،
سيڪو ڳائي فلمي گانا!

تنهنجو خط اڄ پهتو سائين،
مڃيا مون رب جا شڪرانا!





ڪيو ڇولـ مون تي تو اعتبار آهي.
قسم آ خدا جو توسان پيار آهي.

ڪرين ڳالهہ جنهن جي پيو ٿو تون مون سان،
هميشہ اسان ڪان رهيو ڏار آهي.

اسان ڪئي محبت، اوهان پالي نفرت،
اسانجو اوهان سان نہ وهنوار آهي.

ڪري پيار "مَنصُور" تو ساڻ ڇو جو،
ڪيو غير تي تو سچڻ وار آهي.





اهڙا طوفان اٿيا، سمنڊ ڪڙڪي پيو.
لال پنهنجو جهنڊو خوب ڦڙڪي پيو.

هت غمن ڪي ڪٽڻ ٿا پياسا اچن،
ڪول، ساقي آٿيا! در نڙڪي پيو.

دار ڏي جي وياسون ته مرڪي مٺا،
جيل تنهنجو پڌي جسم ٿڙڪي پيو.

آ سڪايل سدا ساه "مُنصور" جو،
حسرتن جو سندم لاش لڙڪي پيو.





ماٺھو ماٺھوءَ کان بيزار ڇو آ؟
ڪنھنجو ڪنھن تي نہ اعتبار ڇو آ؟

منھنجي موت کان پوءِ يارو،
ھمدردين جو اظھار ڇو آ؟

جنھن کي خبر ئي ناھي وفا جي،
اھو بي وفا، دلدار ڇو آ؟

سھپ وئي آھي موڪلائي ڇڻ،
ماٺھن ۾ وڌيو تڪرار ڇو آ؟

چور- چوڪيدار ھن بڻيا،
الٽو ٿيو وھنوار ڇو آ؟

ھُن سان گڏ رقيب آھي ڇو؟
گل سان گڏ ٿيو خار ڇو آ؟

واءِ ڪھڙو وريو آ "منصور"،
ياءَ ڪان ياءَ ڏار ڇو آ؟





ايتــرو انـتظـار ڇو ٿــو ڪـريـن؟
غلطـيـون بار بـار ڇو ٿـو ڪـريـن؟

عـشق مـاري نـه وجهـئـي او ڇريا!
هن سـان ايڏو پيار ڇو ٿو ڪرين؟

جيـڪـو اڄـڻـو ٿي نـه آهـي ان جو،
ڇون ٿـا انـتـظـار ڇو ٿــو ڪـريـن؟

هوءَ تو وٽ ايندي ڪنهن ڇيو آ؟
ڇرين جان انتظار ڇو ٿـو ڪـرين؟

دل ڏئي پوءِ ڪجهـه گهرين ڇو ٿو!
پـيـار ۾ ڪـاروبـار ڇو ٿـو ڪـريـن؟

جو ورنـائـي ٿـي نـٿــو ســڏ ڪـي،
ان ڪي سڏ بار بـار ڇو ٿـو ڪـرين؟

درد جو زهـر پـي وڃ "مـنـصــور"
دارونءَ ڪي اختـيـار ڇو ٿـو ڪـرين؟





هلي هيڪر ڪلي جيڪر ڪيڪاريندين تہ ڇا ٿيندءِ،
ڇڏي ڪاوڙ اگر مشڪي نهاريندين تہ ڇا ٿيندءِ.

ڪيئي واعدا نيائڻ جا تہ پو جلدي رسڻ ڪهڙو،
منا مشتاق کي تون هئين رئاريندين تہ ڇا ٿيندءِ.

اهو انداز محبت ڪو نہ ٿو سونهين سڄڻ توکي،
ائين هر هر نگاهن سان پيو ماريندين تہ ڇا ٿيندءِ.

ملندئي ڪونہ مون جهڙو سخي عاشق وري پيو ڪو،
ڪري تون پينگ منهنجي پوءِ ڏڪاريندين تہ ڇا ٿيندءِ،

سٺم سي سور تڪليفون زماني جون اوهان خاطر،
مگر هاڻي دلاسن تي جياريندين تہ ڇا ٿيندءِ.

ستائڻ جو ٿو تون مونکي، ستائڻ مان ڇا هٿ ايندءِ،
منا "منصورَ" کي درشن ڪرائيندين تہ ڇا ٿيندءِ.





تون مون ڏي چا تہ نهارين ٿي،
هن مرده دل کي جيارين ٿي.

اڳ ڏاڍو ٿي تڙپايو ٿئي،
جو مونکي هاڻ رئارين ٿي.

مون جامِ شراب ٿي سمجهيو هو،
پر زهر پياري پيارين ٿي.

هي محبت جو بدلو آ چا،
ڏئي دڙڪو دور ڌڪارين ٿي.

رقيب منهنجا ڪم نہ ايندء،
تون جن تان جان بہ وارين ٿي.

"مَنصُور" سان واعدو ڪالهہ ڪيئہ،
اڄ غيرن سان گڏ گهارين ٿي.





ورهين ڪان پوءِ آهه ڏسڻ ٿيو،
اڱڻ تي سڄڻ جو اچڻ ٿيو.

اکيون پرينءَ جون ٻرن مشالا،
۽ وڏ پنهنجو لڄڻ پڇڻ ٿيو.

چهرو چنڊ ڪان بهتر ان جو،
رنگ سندس ماڪي ۽ مکڻ ٿيو.

هُئي ڏاڍي بيچين حياتي،
هُن جي آئي نيٺ ڪلڻ ٿيو.

قسمت جي آ ڳالهه نياري،
شمع ۽ پرواني جو ملڻ ٿيو.

نـاريءَ جون مـخمـور نـگـاهون،
عـاشق جو هر روز کـسـڻ تـيو.

ڳالهہ سچڻ کي ڪانـ وٺي ڪا،
هر انگ مـان انـڪـار بکڻ تـيو.

هـو لـيـڪـا وچ آڳ ٻر پـيـئـي،
حـق ۽ سچ جو وري جيـئـڻ تـيو.

تڏهـن وجي "منصـور" تـيـاسين،
جڏهن مرڻ کان اڳي مرڻ تـيو..





ڪسي دل ڏکارڻ چڱي ڳالهہ ناهي.
ڦٽيي دل ڦٽائڻ چڱي ڳالهہ ناهي.

هيءَ ڪهڙي آ محبت ملي موٽ نفرت،
جليي دل جلائڻ چڱي ڳالهہ ناهي.

ملي نيٺ سهڻي اچي آ سڄڻ سان
تهين کي ستائڻ چڱي ڳالهہ ناهي.

ملون "نيشنل" تي اسين روز يارو،
ملڻ کي گهٽائڻ چڱي ڳالهہ ناهي.

لڳل لنءُ آ توسان سڄڻ يار منهنجي،
برهہ مَچُ وسائڻ چڱي ڳالهہ ناهي.

ملائي سڳهين جي نٿو هٿ مون سان،
حقارت وڌائڻ چڱي ڳالهہ ناهي.

اسـان جي خطـائـن ۽ عـيبن ڏي سُهـڻـا،
مـسلـسـل نـهـارڻ چڱي ڳالهـ نـاهـي.

هـي مـحـبـوب جوڙو وچي نـيـٺ مليـو،
انـهيءَ کـي سـتـائـڻ چڱي ڳالهـ نـاهـي.

هـي خوشبـو ۽ پـيجر وٺي يار رک تون،
انـهـن کـي ورائـڻ چڱي ڳالهـ نـاهـي.

خدا خود کـيـو عـشـق "منـصـور" آهي،
سـبـق سـو ڀـلائـڻ چڱي ڳالهـ نـاهـي.





گهرون حق پنهنجا تہ ڪافر تا سڏجون،
اڪين تي اسان ڪي هي الزام آهي.

غلاميءَ کان بهتر تہ ڪافر ٿيڻ آ،
اي منصف! سنو تنهنجو انعام آهي.

وطن جي محبت ئي ايمان آهي،
جي ايمان آهي تہ اسلام آهي.

نہ شاعر آ ٿيندو ڪهين جو غلام،
سرِ دار چئي ڏيندو پيغام آهي.

اي زاهد! نہ گهرجي مونکي تنهنجي جنت،
اسان لاءِ سنڌڙي ئي انعام آهي.

آ "منصور" معلوم مونکي چا ٿيندو،
وطن جي محبت جو انجام آهي.





جستجو ۾ مان رهان تنهنجي ڪري.
غور سان هر شئي ڏسان تنهنجي ڪري.

جڏهن ڪن ٿا هو ڪلائون بار بار،
ٿو رقيبن سان لڙان تنهنجي ڪري.

جو ڪري مسڪين هاريءَ تي ظلم،
تنهن وڏيري سان وڙهان تنهنجي ڪري.

ٿي ويون آهن اُبهرائيءَ ۾ جي،
غلطيون سي پيو سهان تنهنجي ڪري.

چانئجي "منصور" ويو آ، هيءَ غم،
سنڌ کي نڙندو ڏسان تنهنجي ڪري.





ڏکيو وقت ڏاڍو نياڻي ڇڏيوسين.
اوهانکي مگر آزمائي ڇڏيوسين.

سوين سور سختيون ڏنيوسين وفا ۾،
اسان عشق تنهنجو پچائي ڇڏيوسين.

ڪلي منهن ڏنوسين زماني کي هردم،
غمن کي اندر ۾ لڪائي ڇڏيوسين.

بچيو ڇاهه باقي؟ جو مونکان گهرين ٿو،
اسان پاڻ پنهنجو وڃائي ڇڏيوسين.

اندر ۾ مچايو، وڏو دردَ ڪورو،
دکي دل جو دونهون دکائي ڇڏيوسين.

پئي ياد محفل ۾ جڏهين بہ تنهنجي،
پريل جام لب سان لڳائي ڇڏيوسين.

ڪڏهن يي اوهانجي جي آڏو لنگهياسين،
اوچو ڳاٽ پنهنجو جهڪائي ڇڏيوسين.

چڙهت ڪونہ تيندي ڪڏهن يي اوهان تي،
هنيل داءُ پنهنجو هٽائي ڇڏيوسين.

هئوسين هي سوچو سدا سات ڏيندين،
سڄو جڳہ تو لئہ ڦٽائي ڇڏيوسين.

اوهانجي عزت لئہ اسان يار پنهنجو،
سڄو شان شوڪت گهٽائي ڇڏيوسين.

ڪري ڳالهہ "مَنصُور" شعرن ۾ پنهنجي،
سڄو حال جڳ کي ٻڌائي ڇڏيوسين.





روز تنهنجو رُسڻ، ڪا چڱي ڳالهه آ؟
گهاء ايڏا ڏيڻ، ڪا چڱي ڳالهه آ؟

عشق تنهنجي بڻايو اسان کي گدا،
شاهه بڻجي رهڻ، ڪا چڱي ڳالهه آ؟

وصل جي رات ڪانپوءِ قيامت ڪپي،
ٻاڪ جو هيئن ڦٽڻ، ڪا چڱي ڳالهه آ؟

گيلريءَ ۾ ٻيهي آرسيءَ جي اڳيان،
وار ڪولي ڇڏڻ، ڪا چڱي ڳالهه آ؟

هي رقيبن جون نيڪيون اسان جي اڳيان،
ائين هر هر ڪرڻ، ڪا چڱي ڳالهه آ؟

ڪنهن بہ لاتا نہ آهن ستارا اجان،
هام ايڏي هڻڻ، ڪا چڱي ڳالهہ آ؟

ديس پنهنجو هي ماتا، پتا آ يا دوست،
هن وطن کي ڇڏڻ، ڪا چڱي ڳالهہ آ؟

منهنجو مذهب ۽ ايمان تون ئي پرين،
دين پنهنجو مٽڻ، ڪا چڱي ڳالهہ آ؟

مات "منصور" آهي تہ ڇاتي پيو،
ڪنڌ تنهنجو ڪپڻ، ڪا چڱي ڳالهہ آ؟





نورِ نظر کو تیندو آ؟
مثلِ قمر کو تیندو آ؟

حور جي روپ ۾ پڌجي تو،
هاءِ! بشر کو تیندو آ؟

مخمور نگاهون مارين،
ايڏو قَهَر کو تیندو آ؟

بي انتها مصيبت ۾،
ڇا همسفر کو تیندو آ؟

تولئہ نہ سوچيو هجي،
اهڙو پهرُ کو تیندو آ؟

ورهائي پيار تو، "منصور"
تنهن تي ڏمر کو تیندو آ؟





ڪاش هجان هان آئون سياڻو،
ڪالهہ مون سمجهيو مومل راڻو.

"مون ڏي اچ تون" حڪم آ تنهنجو،
ڪيڏو وڻي ٿو دوست جو ماڻو.

مون ڪان چو ٿي ايڏو ڇرڪين،
مِلُ اچي آ عرض نماڻو.

توکي ڏسڻ لئہ ڳوليان ڳليون،
سنڌ سنڌ ٿي پيو آهي ساڻو.

نوڙي جوڙي پيش ڪري ٿو.
ڪجهہ نہ ڄاڻي هيءُ اڻ-ڄاڻو.

سوريءَ کي ماريو "منصور"
پيڙيو ڪالهہ بلاول-گهاڻو.





زنــــدگـــي خوابُ آهـــي.
بـــنــدگــي ثــواب آهـــي.

عـــشــق جي چوٽـــن ۾،
كــيـــڏو نـــه تــابُ آهــي.

مـــونــكـــان ڇو هُن كـــي،
ايـــڏو حـــــجاب آهـــي؟

هــيــٺ ۽ ڦـــيــٿ هُن جي،
مـــون لــئــه خطــابُ آهــي.

دوســـــتــــيءَ ۾ يـــاري ۾،
كــهـــڙو حـــســـاب آهــي.

هـــر هــــڪ ادا آ هُن جي،
ٿــــي لاجواب آهـــــي.

منهنجي حــياتي ڄَڻُ ڪـو،
ڪـلـيـل ڪـتـــاب آهـي.

مَٽ جا ڀـــريـل ڪـٽـــورا،
هـــن جو شـــبـــاب آهـــي.

”مـنـصـــور“ لـئہ وڄوڙو،
يـــارو عـــــذاب آهـــي.





مـان دل لـڳائي ويـنـو هـان،
۽ پـاڻ ڦـرائـي ويـنــو هـان.

منهـنجو داد ڪرايـو يـارو،
سڀ ڪجهہ ڦرائي وينو هان.

ڏنـڏا ڏاڙيون هـار سـينگـار،
ڪجهہ نہ بچائي وينو هان.

ڪوبہ نہ نڪتو ڏک جو ساٿي،
سـڀ آزمــائي ويـنــو هـان.

من مندر جي ديوي هُن کي،
آئـون بـنـائي ويـنــو هـان.

هڪڙي آهه پري جنهن لئه،
آرام ڦـنـائـي ويـنـو هـان.

سهڻي صورت آ جنهن ڪي،
هن دل ۾ لڪائي وينو هان.

ڪم تي ويٺي منهنجي دل،
هر جاء ڀڏائي ويـنـو هـان.

ڏيـئـو سـچ جو اونـدهـه ۾،
"منصور" جلائي وينو هان.





خود سان ئي ملڻ کان چرکي ٿي!
حسن پنهنجو پسڻ کان چرکي ٿي!

شڪ ٿيو اٿس پيار منهنجي جو،
تڏهين گل وٺڻ کان چرکي ٿي!

غربت جي ماريل حسين ناري،
مردن ۾ پنڻ کان چرکي ٿي!

اچيس ٿو خيال منهنجو جڏهن،
پنهنجو پاڇو ڏسڻ کان چرکي ٿي!

پيءُ جيڏي سان ٿي اٿس شادي،
ان سان گڏجي وڃڻ کان چرکي ٿي!

ڪيس خبر آ ته ذڪر ئي سندس آ،
تڏهن شعرن ٻڌڻ کان چرکي ٿي!

هُو ته درويش صفت آ ماڻهو،
"منصور" سان چو ملڻ کان چرکي ٿي!





لکي يار جا ڳڻ لکان کھڙا کھڙا،
کيان حسن جا مان بيان کھڙا کھڙا.

ڏنا سور مونکي سڄڻ يار جيکي،
سهي ڏنيءَ آخر سهان کھڙا کھڙا.

نہ حرفو اهو لفظ مونکي پڙهايو،
کيا پسر جنهن آشيان کھڙا کھڙا.

پنا پيار وارا پڙهان روز پيو تو،
سبق سي سکي مان سکان کھڙا کھڙا.

وجي پير پاتر سڄڻ جي اڳڻ تي،
عجب رنگ آهن ڏسان کھڙا کھڙا.

سڏائين تو "منصور" ڏي حق جو هوکو،
ڏسان ڏين تو تون امتحان کھڙا کھڙا.





تنهنجي زلفن جي سُرهاڻ،
مون کي ماري ٿي ير هاڻ.

سارو لوڪ لڳي ٿو چاندي،
تون ٿي هڪڙي سوني ڪاڻ.

پنهنجا سب ڏکَ مون کي ڏيج،
منهنجون خوشيون تون ٿي ماڻ.

جڳ ۾ ڪونہ ملي خوشبوء،
تو ۾ آهي جا سُرهاڻ.

نظر لڳي شل توکي ڪينَ،
دعا گهران تو تنهنجي ڪاڻ.

حور پريءَ کان گھڻ ناهين،
ڪيئن نہ ڪريان تنهنجي واڪاڻِ.

هونئن نہ ڪڏهن بازي هاري،
تولئہ ميٺي پيئي آڻِ.

لوڪ جيئي تو پيٽ جي لاءِ،
مان تہ جيئان تو تنهنجي ڪاڻِ.

تو نہ سڃاتو جي "منصورُ"،
پوءِ ڏس جيئندو هي ڄاڪاڻِ.





ڪلفتن جو ڪيل برسات ۾ سفر وسري نٿو.
ڪجهہ ڪلاڪن جو ٿي هڪڙو همسفر وسري نٿو.

ڪين ٿيون ڪي خاص ڳالهيون پاڻ وچ ۾ پوءِ بہ ڇو،
جلد منهنجي نرڙ تي آيو پگهر وسري نٿو.

ڪونہ پٺي آيو يقين مون ساڻ گڏ هلندي ائين،
گڏجي هليو مون ساڻ هو مثلِ قمر وسري نٿو.

ڪهڙي ڪريان تعريف مان هُن جي حسن جي دوستو!
جو حسن پرور هو ڏنو مون ڪي چڪر وسري نٿو.

سانڻ وينل هُئي اها مورت اڳيان گڏ ڪار منجهہ،
سندس پُر آشوب نظرن جو اثر وسري نٿو.

ڪلي هر هر پئي مون سانڻ ڳالهايائين محبت سان،
هن جي ساري گفتگوء جو ڪو اکر وسري نہ ٿو.

ائين وڪري وئي خوشبوء پر ۾ جيئن ٿي هوء ويئي،
جو نگاهن سانڻ اوتيائين سو عطر وسري نٿو.

مرڪ سان پاڳل ڪري هوء وئي هلي "منصور" ڪي،
حور جي هئي روپ ۾ هڪڙو بشر وسري نٿو.





پنهنجي منزل ماڳ ڪٿي!
پنهنجي هٿ ۾ واڳ ڪٿي!

سنڌي ننڊ ۾ غافل هاء،
ڪونہ ڏسان تو جاڳ ڪٿي!

مارو مونکي پنهنجو ڪن،
اهڙا منهنجا ڀاڳ ڪٿي!

ڇَپَ ڇَپَ تي آ فلمي گيت،
پٽ ڏٺي جا راڳ ڪٿي!

تنهنجا ڪاڏا بيشڪ اوچا،
مڪڻ ماني ساڳ ڪٿي!

مارو سڀ مَنصُور اداس،
چوڙيلن جا چاڳ ڪٿي!





جي مــون وٽ اچين ها، تــہ چا تــي پــوي هــا.
گــهــڙي كــن رهين هــا، تــہ چا تــي پوي هــا.

نــهــاريم گــهــڻــو ئــي، ســجڻ تــون نــہ آئين،
اگڻ مـــون لــڙيــن هــا، تـــہ چا تــي پوي هــا.

رقــيبن جي عــيــوض، اگـــر ســـور سُهــڻــا،
اســـان ســـان سلين هــا، تــہ چا تــي پوي هــا.

هــڻس عــيــد جي ڏيــنــهــن آئــون ڏكـــايــل،
نــهـــاري كــلــين هـــا، تـــہ چا تـــي پـــوي هـــا.

كــيــل قــول پــنــهــنجا نــبــائي نــہ ســگــهــئين،
پــڌائــي چڙيــن هـــا تـــہ چا تـــي پـــوي هـــا.

اســـانــجي صـــدائــن تـــي ٿـــورو بـــہ جي تـــون،
ڏيـــان كـــو ڏريــن هــا تـــہ چا تـــي پـــوي هـــا.

ســـچو پــيـــار "مَـنـصُـور" جو هـو اوهـان ســـان،
نـــبـــائـــي وڃين هـــا تـــہ چا تـــي پـــوي هـــا.





اهائي بيوسي تنهائي آ.
هن ساڻ چو دل لڳائي آ.

بيرنگ هُئي زندگي ڏاڍي،
عشق منهنجي ڪئي رهنمائي آ.

ڪهڙو دور ڪاهي پيو آهي،
ماڻهن ۾ رهي ڪٿ سچائي آ.

توکي ساري پري سڏڪا روئي،
دل جي حالت اجا اهائي آ.

خوش نصيبن جا تين تا ميلا،
منهنجي مقدر ۾ بس جدائي آ.





ڪڙا ڪي ڪتا ڪي منا درد آهن.
حياتي سڄي مون سنا درد آهن.

حياتي سڄي ۾ خوشي ڪانه سنيران،
تيا عمر ساري ڪنا درد آهن.

وصل ڪان هميشه ئي وانجهل رهيس،
جدائي جا ڇاڇا ڏنا درد آهن.

دلاسن ۾ دلبر رهائڻ سنو آ،
اوهان جي ڏنا سي سُنا درد آهن.

جدائي جي ڪوري اندر روح ڪامي،
لڳي تو برهه جا بنا درد آهن.

سلا سڪ جيڪي سي "منصور" موريا،
اندر مينهن جيئن جڻ ونا درد آهن.





اسان جو سڄو جسم ڏاري ڇڏيئي.
نگاهون ڪٽي يار ماري ڇڏيئي.

ٻرن ٽيون اکيون ٻن مشعلن جان ايئن،
ڏيئا جڻ ته مندر ۾ ٻاري ڇڏيئي.

لهي چنڊ آيو اڱڻ تي وري آ،
سڄو من جانان اجاري ڇڏيئي.

نگاهون ادائون ڏنم يار تنهنجون،
ڏنئي ته امڙي جو تاري ڇڏيئي.

ملي موت سهڻي ۽ مطلب مليو مون،
فقيرن جا ٻيڙا اڪاري ڇڏيئي.

لڪل عشق منهنجو تيو نيٺ ظاهر،
محبت جا آڌمان اٿاري ڇڏيئي.

تيو جلوو تنهنجو جڏهن ڪان پرين آ،
مٺي ننڊ منهنجي اڏاري ڇڏيئي.

ڏسڻ ۾ ملڻ ۾ تون ڏاڍي وڻين ٿي،
محبت ۾ منٺار ماري ڇڏيئي.

ڪري قرب "منصور" تي يار جاني،
حياتي اسان جي سنواري ڇڏيئي.





شـور آ هـيءِ عـامَ تـي ويـو.
ڪو شخص بدنام تي ويو.

تنهنجي چاهت مون لئہ سهڻا،
جڻ تہ ڪو انعام تي ويو.

عشق ڪيو، مون جرم ناهي،
جو وڏو الـزام تـي ويـو.

پيار جي گهٽڻي لڪايم،
چرچو صبح و شام تي ويو.

موت منهنجو دشمن لئہ،
خوشيءِ جو پيغام تي ويو.

تنهنجي مورت من مندر ۾،
ڪفر ۾ اسلام ٿي ويو.

شاعري نازل ٿئي ٿي،
عشق جو الهام ٿي ويو.

منهنجو من ٿيو ٻورا ٻورا،
تنهنجي لئہ آرام ٿي ويو.

مفت ۾ ”منصور“ يارو،
هاءِ جو قتلام ٿي ويو.





اوهان ڪـــان واعــدو پنـهـنـجو ٻــ وســري ويـو،
ڏڪـيــو ٿـي ســهـي اســان جو وقـت گـذري ويـو.

تـڪـي مـــون ڏي نـهـــارڻ نـاز مـــان تـنـهـنـجو،
سـنـدم دل تـي چـٽـــو جڻ نـقـش اڪـري ويـو.

اگڻ تـــي عـــــشـــق جڏهـــين آ هــلــــي آيــــو،
فــڪـــر ۽ فـــهـمُ ســـارو آهــ نــڪـــري ويـو.

هُئـي ٻـنـجر سـجي دل منـهـنـجيءَ جي ڌرتـــي،
انــهــيءَ ۾ پـيـــار جو ٻـوٽـو آ نــڪـــري ويـو.





دلڙي منهنجي خالي کوکو.
جنهن ۾ جلدي محبت پريو.

عشق ئي سيکجهہ مون لئہ آهي،
ٻيو سڀ دلبر آهي دوکو.

توکان ڏور رهي سگهندس مان؟
تو ائين سهڻا چو آ سوچو!

سوچان وينو عشق چڏي ڏيان،
جيڏانهن ڪيڏانهن جيء جو جوکو.

ڇا تا سوچيو، محبت نفرت؟
سوئي لٿبو، جيڪو پوکيو.

ڇا ٿي سوچين مون لئہ سهڻي،
عشق ڪرڻ ڪونهي ڪو سوکو.

محبت منجهہ حساب ڪرين ٿي،
مون وٽ ناهي ليکو چوکو.

سر ڏني جي ڳالهہ ٻٽي پئي،
"منصور" آهي سستو سودو.





پيـار تـي ويـو روح سـان،
ضـم تـيـاسـين تـون ۾ مـان.

مـسلم- هـندو مـتـيا فـرق،
تـنهـنجي منهـنجي درمـيان.

كيئن تيان مان بيشـكر،
مـون تـي آ هـو مـهـربان.

قـتـل تـي وياسين تـڏهـن،
جڏهـين ڏنـوسـين جانِ جان.

تنهنجي ملڻ كان اڳ هُئس،
ڏاڍي اڻ تـڻ مـنجهـي مـان.

كيـترو "منصـور" تي آجَ،
رَبُ تـيــو آ مــهــربـان.





منهڙو منٿبو ڪونہ آ سائين!
رستي رڪبو ڪونہ آ سائين!

فقيرن سان منڙا ائين،
ناتو ڇنبو ڪونہ آ سائين!

ڏبو ٿي آهي عشق ۾ هردم،
ڪجھہ بہ وٺبو ڪونہ آ سائين!

بيدرديءَ سان پيار ۾ ايڏو،
ڪنهن کي سٺبو ڪونہ آ سائين!

جنگ ۽ پيار ۾ سڀ ڪجھہ واجب،
ڪڏهين هٽبو ڪونہ آ سائين!

پنهنجا جي آهن "منصور"،
تن کي ڪٽبو ڪونہ آ سائين.





وَسُ پڇڻي تہ ڀلائي ڇڏجان.
منهنجو ناءُ مٽائي ڇڏجان.

حال پڇڻي جي منهنجو ڪوئي،
پنهنجو منهن ڦيرائي ڇڏجان.

ھھڙو تھڙو ڇڻي تون مونکي،
ڪوليل ڳالهہ ڪٽائي ڇڏجان.

پيار جي ٻاريل شمع اندر ۾،
ڏيئي ڦوڪ اجهائي ڇڏجان.

ڳالهہ تنھنجي يا خيال اچڻي کو،
ڪھڻ وَڏ تون ڳالھائي ڇڏجان.

ڪل ڏنائين پيار ونديائين،
منھنجو ڏوھہُ ٻڌائي ڇڏجان.

پاڻ کي اوچو پيش ڪرڻ لئہ،
منھنجي ذات ڪھٽائي ڇڏجان.

ھيچُ ۽ نيچُ تہ آ ”منصور“،
سرتين کي سمجھائي ڇڏجان.





توکي آ مون چاهيو ساجن.
منهنجو تون سرمايو ساجن.

ڏيندو اهڙي لوڪ گواهي،
توکي ڏاڍو ڀانيو ساجن.

دل چوي ٿي توکي چمجي،
تنهنجو ڇاهي رايو ساجن.

پنهنجي گيتن ۾ وائن ۾،
توکي ئي مون ڳايو ساجن.

سوريءَ سان تو لانوَ لهي،
"منصور"کي ميندي لايو ساجن.





غصي منجهہ نهارين چو ٿي؟
مسڪينن کي مارين چو ٿي؟

توکي ڏسڻ سان هٿ ڏکن ٿا،
ڏنڊو منهنجو ڪارين چو ٿي؟

قرب ڏئي ۽ پيار وندي جو،
اهڙو مرد ڏڪارين چو ٿي؟

پيار تہ منهنجو حق ۽ سَچُ آ،
سَچَ کي پو تون ٽارين چو ٿي؟

جيڪي تنهنجا پنهنجا ناهن،
وقت تنين سان گهارين چوٿي؟

ڏئي دڙڪا "منصور" کي منٿي،
ناحق اُن کي رئارين چو ٿي؟





منهنجو ڪمبو هڪڙي پرِي.
پوڇيان جنهن کي وري وري.

ڪوئلي مان يارو رکَ ٿياسين،
پَرَ مَن جي دل ڪين ٺري.

مَنَ منهنجي ۾ هورا ڪورا،
توبن ڪڏهين ناهه سري.

تنهنجي هٿن ۾ موت جي پايان،
سمجهان قسمت ويئي تري.

هيڏيون چوٽون، هيڏيون مارون،
ليڪن جبل کي پوي ڏري.

گهوري اسان ڏي جڏهن ڏٺائين،
مرڻ کان اڳ ۾ وياسين مري.

ايڏي شوخي جڏهن به هوندي،
"منصور" سچ پچ ويندو پري.





ملـيــون تـوكـي هـر جاء جفــائـون جفــائـون.
اســـان جون بـہ ڏس تـون وفـــائـون وفـــائـون.

اڏامـــان پـيــو مـــان جڏهـن کـــان ملـين آن،
زمـين کـــان مـــتـي ڪـٺـين خلائـون خلائــون.

اســـان آمـيـــون پـيــارا مـــريـضِ مـــحــبـت،
ڏيـــنِ يـــار ويـــنـــــا دوائـــون دوائـــون.

هـدايـت مـلـي شــال ســاري جهـــان کـــي،
گـــهـلـن شـل امـن جون هـوائـون هـوائـون.

چري تـون، چريـو مـــان ســچـو جڳ چوي تـــو،
اهـو راز چڻ ڪـي ڪـتــائـون ڪـتـــائـون.

اســان هـڪـڙي بـوسـي جي بدلـي ڪـيـون هـن.
اي "مـنـصـور" سـر جون ســخائـون سـخائـون.





ڏکين کي ڏڪائڻ، چڱو ڪونہ ٿيندئي.
اسان سان ڦٽائڻ، چڱو ڪونہ ٿيندئي.

اسان توکي چاهيو، پو دلبر اسانجي،
رقيبن سان کھارڻ، چڱو ڪونہ ٿيندئي.

ڏنئي درد ايڏو، جو آپ ئي ڏکي ويو،
جلي دل جلائڻ، چڱو ڪونہ ٿيندئي.

برهہ باھہ ڏاڍي لڳائي آ لالڻ،
دکيل کي دکائڻ، چڱو ڪونہ ٿيندئي.

چيو تو تہ اڄجان ۾ حاضر ٿياسين،
چڙي منهن متائڻ، چڱو ڪونہ ٿيندئي.

ڏنئي قرب اڳ ۾، جدا هاڻ ٿين ٿو،
هي ”مَنصُور“ مارڻ، چڱو ڪونہ ٿيندئي.





هي منهنجو پنهنجو گهر آهي، هتي هلندي زبان منهنجي.
ٻيون ٻوليون جي ڳالهايم، ته ٻو ڳرندي زبان منهنجي.

ڪيا تو وار ڌاڍا ڪي، زبان منهنجي مٽائڻ لئه،
اثر ڪو ٿيو نه آ ان تي، اجا وڌندي زبان منهنجي.

مڃيل دنيا جي ٻولين مان، زبان منهنجي به هڪ آهي،
جتي ويندين جاڏي ويندين، اتي ملندي زبان منهنجي.

هي ٻاونجاهه تارن جي، عجب هڪ ڪهڪشان آهي،
ازل کان هيء قائم آ، سدا رهندي زبان منهنجيء.

زبان منهنجيء کي ميٽڻ جي، عدو ڪيڏي به ڪوشش ڪر،
نه مٽي آهه توکان هي، نه مٽجندي زبان منهنجي.

هنن معصوم واتن تي پلي تون چاڙهه ٻوٽاڙو،
حق پنهنجا وڏي واڪي گهري وئندي زبان منهنجي.

"زبانون چار قومون چار" پنجين وائي وري ڇاجي؟
پلي "مَنصُور" کي ماريو، نه هي ڦرندي زبان منهنجي.





ڪنهن ڏي ايڏي مائل آهين!
چو تون ايڏي گهائل آهين!

پوئرو پيهر ورڻو ناهي،
جنهنجي ايڏو تائل آهين!

داغ جدائيءَ جو توکي آ،
ايڏي تڏهن ڏکايل آهين!

اکڙيون آليون زلف پريشان،
شوخ ڪهين جي ستايل آهين!

پٿرن جي هيءَ دنيا آهي،
هتڙي ڇا لئه آيل آهين!

عشق بر پاڻ وڃائڻ جي،
ڏاڍي تون ڪا قائل آهين!





الاهي هن زماني جي، فضا ناساز ٿيو آهي!
ٻڌي ناهي ۽ هرڪو، پاڻ ۾ ناراض ٿيو آهي!

ڏسان ٿو بک بيماري، وڏي بيروزگاري اڄ،
گهرن جو هي وڏيو چئني طرف آواز ٿيو آهي!

اميري ڏس اميرن جي، غريبي ڏس غريبن جي،
اهو قدرت ٻه ماڻهن ۾، رکايو راز ٿيو آهي!

ڪري ڪو جي چڱائي ٿو، برو انجام پائي ٿو،
حسين جو وري لخرو، وڏي ويو ناز ٿيو آهي!

عجب "مَنصُور" مونکي ٿو، لڳي هن ڳالهه تي يارو،
ڪري جو چاپلوسي ٿو، اهو ممتاز ٿيو آهي!





چنڊ چريا آرام ڪرڻ ڏي!
رات پرينءَ جي نام ڪرڻ ڏي!

پنهنجي زلفن جي پاڇي ۾،
هڪ گهڙي آرام ڪرڻ ڏي!

يار رسي ويو آهي ساقي،
مئخاني ۾ شام ڪرڻ ڏي!

چو ٿو روڪين زاهد، مونکي،
سنڌڙيءَ کي پرنام ڪرڻ ڏي!

منصورن کي روڪين ڇو ٿو؟
حق حقيقت عام ڪرڻ ڏي!





دلي درد پنهنجا نـہ غيـرن سـان سلـجان.
سدائين سفـر ۾ تون پنهنجن سان هلجان.

پـراون ۾ پـنـهـنـجن ۾ رکـــجان تـفـــاوت،
غدارن ۾ غيـــرن ســـان کـڏهـين نـہ رلجان.

اســـان مـــرد ڏاڍا زمـــانـي کـــان آهـيـــون،
اڙي ڏاڍ پـنـهـنـجا ســدا پـيـــر جهـلـجان.

ســتـــايـل ســـدا آهـہ ســورن ۾ سـنـڌڙي،
ڏسي عـارضـي سـک پـنـهـنجا نـہ کـلـجان.

نـيـــاير ڏکـيـــو ســات تـوســان ســدائين،
مـگـر يـاز "مَنصُور" پـنـهـنـجو نـہ پـلـجان.





ڪلڙن جهڙا تنهنجا ڳل!
تَنِ ڪي چمجي پيو هر پل!

تنهنجي سوني سونهن پسي،
پاڙا سارا ٿيا پاڳل!

پرجي آيا تنهنجا نيڻ،
ماري تن جي آب اڇل!

آب اکين مان جاري آهي،
برسيا ساوڻ جا بادل!

من ۾ مونجهه وڌي "منصور"،
وعدا يارن جي نه مِٺل!





اڄ باهہ بغاوت جي ٻاري، نئون نسل اٿاري ويندا سين.
غدارن ۽ غيرن جي دل، ساڙي ٻاري ويندا سين.

اڄ ڪشتي لوڏن ۾ آهي، بس هوش! همت ۽ جوش ڪپي،
طوفانن ۽ انڌيارن مان، هي ٻيڙو تاري ويندا سين.

جي عمر مصيبت ۾ گذري، پرواهہ نہ آ ڪو فڪر نہ آ،
هر مشڪل کي منهن ڏئي ساٿي، هي وقت گذاري ويندا سين.

نئون نسل جڏهن هي جاڳي پيو، آزاد وطن جو عَلَمُ ڪٿي،
"مَنصُور" وطن جي ويريءَ کي، هڪ منٽ ۾ ماري ويندا سين.





دلڙي ڦري دلبر پوءِ ڏڪارڻ بہ چڱو ناهہ،
پائڻ نہ پڇي ٿو تہ ڏتارڻ بہ چڱو ناهہ.

هي ڪهڙي رسم ريت ۽ هي پيار آ ڪهڙو،
هر روز ڪو بهانو بنائڻ بہ چڱو ناهہ.

ظالم جو ٿو بڻجين، ذرا ظلمن کي ٽڏو ڪر،
ماڻهو ڏسي مسڪين پوءِ مارڻ بہ چڱو ناهہ.

برپا ٿي قيامت ڪان اڳي آهہ قيامت،
دوزخ هي جدائيءَ جو تہ پارڻ بہ چڱو ناهہ.

بي سبب هي شوخي بہ نهي ڪانہ ٿي سائين،
"منصور" کي ائين تہ وسارڻ بہ چڱو ناهہ.





نہ حورون ٿي گهرجن نہ جنت ٿي گهرجي.
اسان لاءِ سنڌڙي ئي سينگار آهي.

اسان ماڳ سڀ کي پڇائي سگهون ٿا،
اسان ساڻ همت جو هٿيار آهي.

چوين تو سياست ۾ سازش ڪريون،
انهيءَ ڳالهہ کان پنهنجو انڪار آهي.

انڊاا سنڌ جو ڪائي گلائون ڪرين ٿو،
جڙو ڳالهہ ان تي تہ تڪرار آهي.

قرب ۾ ڪسر ڪَسَ ڪائي بہ چائون،
اسان وٽ نہ ليکو نہ واپار آهي.

او ساتي! اسان لئہ چا سوچين پيو تون،
اسانجي محبت تہ نروار آهي.

جي غدار آهن، ڇڏي تن کي باقي،
ڪيو هر سنڌيءَ ساڻ مون پيار آهي.

چا "منصور" چائي سچڻ شاعريءَ مان،
وٺس حق حقيقت جو اظهار آهي.





ڏسي ٿيو ڪونہ برداشت، پرينءَ ڪي بيوفا ٿيندي،
وري ملنداسين قيامت ۾، ٿيو فيصل جدا ٿيندي.

ملامت جو فڪر ناهي، جدائيءَ يار جيءَ ماريو،
وڏوسين جام ۾ هٿ ڇڻ، اهو سوچي فنا ٿيندي.

وڏو احسان ٿيندو جي سڄڻ مون کي ٻڌائيندين،
جزم منهنجو مٽا جاني، ڇڏي پنهنجي انا ٿيندي.

ڇڏيا ٿم در دريون کولي هلي اچ منهنجي ڪمري ۾،
بدن ڇُهہ هاڻ تون "منصور" جو هلڪي هوا ٿيندي.





كنهن کي كنهن لاء روئندي ڏٺوسين،
لڄندي ڦٿڪندي ۽ مرندي ڏٺوسين.

دلبر جي ڪهڻين ۾ عاشق ڪي يارو،
پاڳلن جيان هو پٿڪندي ڏٺوسين.

زهر پيالو مليو، جڏهن سقراط کي،
خوشيءَ سان ڪيس کي پئندي ڏٺو سين.

ڪونهي جرم ڪو مَن جو سواءِ اِنَ جي،
محبتون هردم ونڊيندي ڏٺوسين.

سرحدون عشق جون مٽي هِن ڌرم ڪان،
فرق مسلم-هندو، مٽجندي ڏٺوسين.

خدا خود ٿيو آهي، مهربان هن تي،
تڏهن عشق تحفو ملندي ڏٺوسين.

نہ آ ڏوهہ ڪو رقيب منهنجي جو،
پنهنجو ئي مهربان ڦرندي ڏٺوسين.

نہ موت ئي اچي ٿو، نہ ڪا موت آئي،
انهيءَ حال "منصور" مرندي ڏٺوسين.





زندگيءَ کي مرڪندي گهاري ڇڏيوسين.
ڪجهہ لمحا موت کي ٽاري ڇڏيو سين.

اکين جي ڪڏهن روشني ڪم نہ ايندي،
ڏيئو دل جو هيڪر تہ ٻاري ڇڏيوسين.

اسان جي نصيبن ۾ غوطا ئي غوطا،
مگر تنهنجي ڪشتيءَ کي تاري ڇڏيوسين.

وڏائي جڳائي نہ انسان کي ٿي،
غصي، غرور ۽ آڪڙ کي ماري ڇڏيوسين.

محبت ۾ يارو مرڻ کان اڳيئي،
پنهنجو پاڻ "منصور" ماري ڇڏيوسين.





زندگيءَ جو ڪتاب ڳوليون ٿا.
۽ لاڳيتو حساب ڳوليون ٿا.

هيڏي نفرت ڏسي ڪري يارو،
محبتن جو شراب ڳوليون ٿا.

ڏاڍي مونجهه ماحول ۾ آهي،
ڪو نئون انقلاب ڳوليون ٿا.

ڪيڏو حسن لڪيل آ پردي ۾،
سوچ ۾ سو شباب ڳوليون ٿا.

خط آيو ته آهي، پر ڪنهنجو؟
ڍچندي ڍچندي جواب ڳوليون ٿا.

"منصور" ڪي پڪار جي ڇا سان،
ڪوئي ڳڌجي خطاب ڳوليون ٿا.





ڪبي تہ محبت ناهي سائين!
بس ٿي ويندي آهي سائين!

پيار جي منزڙي درد جي هاٺي،
خبر پئي آ چاهي سائين!

جڏهن بہ ڪائي چوٽ لڳي ٿي،
چڏي ٿي باقي ناهي سائين!

فقير آخر رمندو رهندو،
ڪٿو اجايو باهي سائين!

عشق نہ آهي سيج گلن جي،
سَچُ چيو ڪنهن ڏاهي سائين!

مـون جڏهين آ سچ ڳالـهـايو،
هر ڪو مون تي ڪاهي سائينءَ

ڌرتـي مـاتـا پـنـهـنجو گـهـر آ،
ڪـوئـي پـاڳل ڏاهـي ســائـينءَ

سـوئـي مـنـهـنجو سـاتـي آ جو،
تـاهـہ تـڪيءَ جا ڏاهـي سـائـينءَ

پـيـار ۾ درد هـزاريـن پـوءِ بـہ،
"منصور" توکي چاهي سائينءَ





مٺا مجبور ڪي منهڙو ڏيکاريندين تہ ڇا ٿيندئي،
ڪلي هڪڙو دفعو مونکي ڪيڪاريندين تہ ڇا ٿيندئي.

سڪان ديدار تنهن جي لئہ، صدين ڪان مان پيو سائين،
ڪٺي تون نيڻ اي نرمل نهاريندين تہ ڇا ٿيندئي.

جڏهن مرڪي مٺا مونڏي نهارين ٿو تہ مارين ٿو،
ڀري ڪو پيار جو پيالو پياريندين تہ ڇا ٿيندئي.

پڇاڻان اي پرين تنهنجي خوشي مون ڪان رسي وئي آ،
اچي هيڪر اڱڻ منهنجو اجاريندين تہ ڇا ٿيندئي.

ڪيو تو نير بسمل آهہ نيزا نينهن جا ماري،
مثل "مَنصُور" ڪي منڙا جياريندين تہ ڇا ٿيندئي.





ڇڏي جي ويـاسـي وري ڪـين وريـا،
سدا قول پنهنجو نـ پاري سي سگهيا.

اسـان جون وفـائون انـهن جون جفـائون،
ڏئـي قـرب پـو چو اگـڻ سـي نـ لـڙيـا.

اسـان عـشـق جي راهـ ڇاڻون سـڃاڻون،
سـدائين لـيـايـون، مـگـر پـاڻ ڦـريـا.

اسـان توکي چاهيـو مگر تـو ڌڪاريـو،
ڏنـيـوسـين صـدائون نـ تـو ڪـن ڌريا.

عجب عـشـق تنهـنجو اي "منصور" آهي،
ڏئي دل، شـڪـايـت ڪرين تـو پو ڇريا.





پل پل توکي ساريان ويٺو،
تنهنجا پور پچاريان ويٺو.

سنڌي پائر متحد ناهن،
گولڊر تنهن ۾ گهاريان ويٺو.

ڏارين ڇڏيو سنڌ کي کائي،
توکي سائين پکاريان ويٺو.

جبل مصيبت، آءُ اڪيلو،
پوءِ بہ ڏونگر ڏاريان ويٺو.

چئني طرفين، غيرن گهيريو،
ٻولي دشمن ماريان ويٺو.

سن جا سائين سور هزارين،
سيني سانڍي گهاريان ويٺو.

مون منصوري دم هنيو آ،
سچ جي رسم جياريان ويٺو.





ڏک سک سنڌ لئہ سهبا هلبا.
غيرن جا سر ويڍبا هلبا.

ساٿي جيڪي ياڙي ٿيندا،
رستي ۾ سي چڙبا هلبا.

سنڌ وطن لئہ جيڪي لڙندا،
ساٿي ساڻ سي ڪٽبا هلبا.

ون يونٽ کي جن پي ناهيو،
پيرن هيٺان چٽبا هلبا.

غدارن آ ڪين ڪهنايو،
سرَ انهن جا ڪپبا هلبا.

جيئي سنڌ آ حق جو نعرو،
ڪوڙا نعرا ڪٽبا هلبا.

مڙسيءَ ساڻ چئي "منصور"
پنهنجا سب حق ونبا هلبا.





گلابي گهتائون ڇڏيو تو وچان مان،
جنوني وفائون ڇڏيو تو وچان مان.

فرشتو يا ماڻهو هئو يار ڇاڇا؟
اڻين ڪئين ڪٿائون ڇڏيو تو وچان مان.

سُڃاتئي نه مون ڪي سڄڻ يار جاني،
فقيري صدائون ڇڏيو تو وچان مان.

رهين خوش اي مومل سدائين سُکن ۾،
اهي ئي دعائون ڇڏيو تو وچان مان.

اکيون ڇا هيون ڄڻ عقابي نگاهون،
ڪي ليزر شعاعون ڇڏيو تو وچان مان.

اسان کي نه ڇاتو سڄي جڳَ جانان!
نراليون ادائون ڇڏيو تو وچان مان.

مـنـائـڻ لـئـہ منهنجي تـيـو چا نـہ آهي،
ملـيـل سـبـ دغائـون چڏيـو تـو وچان مـان.

نـہ اچبـو نـہ وڃبـو نـہ ملـبـو نـہ رلـبـو،
حـسـن جون ادائـون چڏيـو تـو وچان مـان.

کـيـو تـنـگ ڏاڍو زمـانـي آ مـونـکـي،
گـلائـون بـلائـون چڏيـو تـو وچان مـان.

هـٿي حق جو نـعـرو مـان "منصـور" بـڻـجي،
جزائـون سـزائـون چڏيـو تـو وچان مـان.





شـــريـعـت جون رمـــزون كـنـيــو تـــو وچان مـــان،
طـريـقـت جون رمـــزون كـنـيــو تـــو وچان مـــان.

جتـــان كـــان هـلـيـــو آن! اوڏانـهــن آهــ ورٺــو،
حـقـيـقـت جون رمـــزون كـنـيــو تـــو وچان مـــان،

لـتـــايـــو كـهـــايـــو آ، اســـــلام خاطـــر،
حـســينـيـت جون رمـــزون كـنـيــو تـــو وچان مـــان.

عـلـم چام احـــمـــد كـــان جيـــكـــو مـلـيـــو آ،
مـــعـــرفـت جون رمـــزون كـنـيــو تـــو وچان مـــان.

بـزرگــن ۽ صـــوفـين جو اتـــســـاهــ بـخشـــيـــو،
هـدايـت جون رمـــزون كـنـيــو تـــو وچان مـــان،

بـــچيـــا بـــاهـــ كـــــان پــر هـــلاد ۽ خلـــيـــل،
هو لـيـكـت جون رمـزون كـنـيـو تـو ويـان مـان.

عــمـــر آخريءَ ۾ مـلـيـو عـــشـق تحـــفـــو،
ولايـت جون رمـــزون كـنـيـو تـــو ويـان مـــان.

ڏبـــوئـــي ڏبـــو آ، ونـــڻ جو لـــ ســـــوچيـــــو،
عـشـاقـيـت جون رمـزون كـنـيـو تـو ويـان مـان.

هـــي ســـــرمـــد ۽ "مـــنـــصـــور"، ســـچل بـــلاول،
صـــداقـت جون رمـــزون كـنـيـو تـــو ويـان مـــان.





پنهنجو ميلو مشڪل آهي،
دين ۽ دنيا حائل آهي.

تو جڏهن ڪان منهن موڙيو آ،
اوکو گذريو هر پل آهي.

ڪيئن اچي ڪو تنهنجي در تي،
رستو سارو دلدل آهي.

ويجهو هوندي ايڏي دوري،
من مندر ۾ هلچل آهي.

سوچن تي چو ايڏا پهرا،
روح اسان جو گهايل آهي.

ڪيئي رنگ ڪڙي پيا آهن،
جسم ٻيءَ چڻ ڪا ململ آهي.

سچ ٻڌائي تو "منصور"
قتل ٿيڻ جي قابل آهي.





مـــان ڇو ايـڏو منـتـــشـــر؟
پاڻ کان پل پل پڇان!

ڇا سـنـدمر دل تـي ويـو ٿـي،
هـــن جو جادوئـــي اثـــر-
پاڻ کان پل پل پڇان!

شخصيت منهنجي لڏي وئي،
هاء ٿـيـو ڪـيـڏو قـهـر-
پاڻ کان پل پل پڇان!

جڻ تہ سڀ ڪجهہ آ جلي ويو،
جان مـنـهــنـجي ۽ جگــر-
پاڻ کان پل پل پڇان!

زندگي تنهنجي گهڙي مان،
ڪـيـتـرو پـيـئـبـو زهـر-
پاڻ کان پل پل پڇان!

ڇو ڏکـهـو "منصور" لئہ،
ٿـي ويـو آهـي ســـفـــر-
پاڻ کان پل پل پڇان!





يار ڏمر ۾ ڪيترو؟
ڏونگر ڏس تون ڏيهہ ڪي.

حسن بشر ۾ ڪيترو،
گهاءُ نظر ۾ ڪيترو؟
ڏونگر ڏس تون ڏيهہ ڪي.

موت زهر ۾ ڪيترو،
ڏنگ ڪپر ۾ ڪيرو؟
ڏونگر ڏس تون ڏيهہ ڪي.

ڪير چڪر ۾ ڪيترو،
سچ اکر ۾ ڪيترو؟
ڏونگر ڏس تون ڏيهہ ڪي.

چاهہ ذڪر ۾ ڪيترو،
تاب قمر ۾ ڪيترو؟
ڏونگر ڏس تون ڏيهہ ڪي.

ساءُ پهر ۾ ڪيترو؟
وقت حشر ۾ ڪيترو؟
ڏونگر ڏس تون ڏيهہ ڪي.





تنهنجي ياد ستائي، ساجن، تنهنجي ياد ستائي.
تنهنجي ياد ستائي.
تون جو ناهين ڪجهہ ٻيو ناهي، ويو اسانکي ورنهن ورائي.
تنهنجي ياد ستائي.
عشق سنڌءِ ۾ سهٽا سائين،اسان ويٺاسين دونهين دکائي.
تنهنجي ياد ستائي.
انگ انگ ۾ آ محبت تنهنجي، ڇو وئين امڙو نينهن لڳائي.
تنهنجي ياد ستائي.
مٺڙين مٺڙين ڳالهين سان تون، وئين اسانجي دل پرچائي.
تنهنجي ياد ستائي.
جنم جنم کان گهايل آهيان، ڪو تہ هجي جو ڏک ورنائي.
تنهنجي ياد ستائي.
رات هلي وئي، سحر اچي پئي، اسان تہ وياسين قول نڀائي.
تنهنجي ياد ستائي.
مَلڪ ڇو ٿو، تون گهبرائين، خدا اجهو ٿو محب ملائي.
تنهنجي ياد ستائي.





ساٿي لهہ ڪا هاٿي سار، درد ڏکايو ڏونهون دل پر!
ساٿي لهہ ڪا هاٿي سار.

بادل مان جيئن بوندون برسن اکيون وسن ائين ميگهہ ملهار!
ساٿي لهہ ڪا هاٿي سار.

راتين جو آرام نہ آهي، ڏينهن بہ ڏنگي او ڏاتار!
ساٿي لهہ ڪا هاٿي سار.

جام هٿن سان پنهنجي جاني، رندن کي تون اڄ ڪو پيار!
ساٿي لهہ ڪا هاٿي سار.

نگر نگر اڄ لڇي نانگو، جنهن کي لينهن ڪيو نروار!
ساٿي لهہ ڪا هاٿي سار.

توجي وهہ پياريو جاني، ناهي مونکي ڪو انڪار!
ساٿي لهہ ڪا هاٿي سار.

ننڍ ننڍوري آهي سائين، ڪر سڃاڻي منهنجا يارا!
ساٽي لهہ ڪا هاٺي سار.

ڏاڍ جو ڏونگر آهي اوچو، همت سان تون تنهن کي ڏارا!
ساٽي لهہ ڪا هاٺي سار.

دشمن جيڪي سنڌ جا آهن، ڳولي اهڙا موذي مارا!
ساٽي لهہ ڪا هاٺي سار.

ڏاڍو ڏکيو کهاريان ويئو، ڏينهن ٻہ تي ڪي گڏ گذارا!
ساٽي لهہ ڪا هاٺي سار.

سک تنهنجي ۾ سهٹا سائين، "منصور" سڄائي آهي دارا!
ساٽي لهہ ڪا هاٺي سار.





هر پل حاوي رهندي مون تي، سنڌ وطن جي تاري تات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!

منهنجو ٿيندين، ميٺي پونديءَ، هرڪا منهنجي دل جي بات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!

ڇا ٿو سوچين، منهنجا ساٿي، توڙي آهي ڪاري رات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!

سنڌي ٻولي، قومي ٻولي، آهه لڳي سڀ ڪنهنکي لات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!

ڪو نہ ٿا سوچون سنڌ سواڪجھہ، سوچ جي آهہ عطا ٿي ذات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!

هر جا هر هنڌ آمر ظالم، دشمن ٿيندا رهندا مات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!

سڀيئي ماٿهو ڀائر آهن، ڪير پڇي ٿو ذات صفات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!

سچُ "منصور" اجهو ٿو ايري، مَلڪ ڦٽي پٽي ٿي ڀريات.
جيئي سنڌ جي وائي وات!





عجز نياز سان جهڪي ڪندو جو، سنڌڙيءَ کي پرنام،
اسانجو مٿس سلام!

جيڪي سنڌ جو هرپل هردم، جيڪو پيئندو جام،
اسانجو مٿس سلام!

وڙهندي وڙهندي ويرين سان جو، سنڌ لئہ ٿئي قتلام،
اسانجو مٿس سلام!

سنڌ جيجل لئہ سرڙو ڏيندو، جو ٻچڙو گلفام،
اسانجو مٿس سلام!

غيرن جي تہ صفن ۾ ساٿي، وجهندو جو ماتام،
اسانجو مٿس سلام!

سنڌي پڙهندو، سنڌي لکندو، سنڌي ٿيندو عام،
اسانجو مٿس سلام!

دودو بنجي رهنو پوندو، ٻئبو كونہ غلام،
اسانجو متس سلام!

سنڌي ٻولي قومي ٻولي، آهي هي الهام،
اسانجو متس سلام!

پنهنجا حق كسي اڄ ونبا، پل تہ لڳي الزام،
اسانجو متس سلام!

غير غدار تي جوبہ وجهي ٿو، لعنت صبح و شام،
اسانجو متس سلام!

مَلك امرُ كي سجدو كريان، سنڌ وڏو انعام،
اسانجو متس سلام!





موت ڇا ماريندو مونکي، مان موت کي ماري ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

جذبو عشق جو مان تنهنجي، سيني ۾ اتاري ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

جبل مصيبت جا مان سائين، ڏاڍا ڏاري ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

ڇا بہ ٿئي پر تولئہ مان، ڪيئين رنگ نکاري ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

عشق تنهنجي ۾ پرواني جان، پاڻ کي ٻاري ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

منهنجي راتي توسان سيئي، واعدا پاڙي ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

موت جي بستر تي يي توکي، ڏاڍو ساري ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

مون چاهيو آ مان توتان، سڀ ڪجهہ واري ويندس.
جيون کي سنوار ي ويندس!

"منصور" تہ آهيان آئون مئڙا، سوري کي سنواري ويندس .
جيون کي سنوار ي ويندس!





اجڙي ڳوٺ ڳلي وئي،
مون کان ڏور هلي وئي.

"توکان ڏور گذاريندي!"
پنهنجي دل نہ پلي وئي-
مون کان ڏور هلي وئي.

تنهاين جي ميلي ۾ آ،
ڪائي آس جلي وئي-
مون کان ڏور هلي وئي.

آئي ڳالهہ چپن تائين،
ڪيئن آ هوءَ الي وئي-
مون کان ڏور هلي وئي.

گــل اجان نــاهــي بــٽــي،
مــاري ڇڻ تــہ ڪــلــي وئــي-
مون ڪـان ڏور هلي وئي.

تنهنجي منهنجي پيار جي،
جت ڪت ڳالهہ هلي وئي-
مون ڪـان ڏور هلي وئي.

روئــنـدي آ "مـنـصـور" جي،
ســـــاري رات ڍلـــي وئـــي-
مون ڪـان ڏور هلي وئي.





منهنجو من آتو،
پير نہ تو پاتو-
ڪوئي ڪارڻ آ پرين.

سام سڏڪا تو يري،
من تولئہ آ تو-
ڪوئي ڪارڻ آ پرين.

اکين ۾ ڳوڙهن سندو،
توسان ئي ناتو-
ڪوئي ڪارڻ آ پرين.

ڪيڏو دل کي تو وٽي،
چوڪر هيءُ ٻاتو-
ڪوئي ڪارڻ آ پرين.

توسان ئي "منصور" آ،
نينهن پرين لاتو-
ڪوئي ڪارڻ آ پرين.





يـاد اوهـان جيءَ ۾ ســـجو،
بـدن پـيـــو تـــو ســـڙي-
شل ائين نہ ڪنهن سان ٿئي!

پنهنجي در تان فـقـيـر ڪي،
هـر ڪـوئـي تـــو تـڙي-
شل ائين نہ ڪنهن سان ٿئي!

عشق اوهانجي ۾ پيو سدا،
آب اڪـــين مــــــان ڳڙي-
شل ائين نہ ڪنهن سان ٿئي!

عـشـق عـقـل ٻـئي پـاڻ ۾،
ڪير نہ ڪنهن سان لڙي-
شل ائين نہ ڪنهن سان ٿئي!

ڏس تولئہ "مَنصُورُ" پيو،
هـــر پـــل روئـــي رڙي-
شل ائين نہ ڪنهن سان ٿئي!





ٻين سان تو مرڪين پيو،
مون ڪان تو چرڪين پيو-
صنم انهيءَ ڪي ڇا چئون؟

رقيبن ڪي چاهين سدا،
مون ڪي ڌاهين سدا.
صنم انهيءَ ڪي ڇا چئون؟

ٻين سان تون محبت ڪرين،
مون سان ٿي نفرت ڪرين-
صنم انهيءَ ڪي ڇا چئون؟

ٻين ڪي پرچائين پرين،
مونسان اچائين پرين-
صنم انهيءَ ڪي ڇا چئون؟

غيرن سان محفل متل،
مون لئه چڻ آهي اجل-
صنم انهيءَ ڪي ڇا چئون؟

ٻين لئه ٻاجهارو سدا،
۽ مون تي مارو سدا-
صنم انهيءَ ڪي ڇا چئون؟

هن جي من ۾ پياس چو،
آهه"منصور" اداس چو-
صنم انهيءَ ڪي ڇا چئون؟





نظرن کيو قهر،
صنم گهڻو پيار ڏي.

تنهنجي در جي سامهون،
شل ٿئي منهنجو گهر.
صنم گهڻو پيار ڏي.

جڏهن آ ڳڙ ڪائي وٺي،
نفرت هيءَ ننگر.
صنم گهڻو پيار ڏي.

شاهد پنهنجي پيار جو،
اوڙو پاڙو، ترُ.
صنم گهڻو پيار ڏي.

توکي جي سجدو ڪيان،
ڪهڙو آهه ڪفر.
صنم گهڻو پيار ڏي.

پيار ڪري توساڻ آ،
تيو "مَنصُور" اَمرُ.
صنم گهڻو پيار ڏي.





منهنجو تون آن، آئون تنهنجو، پرتو تو کي هيءَ غريب.
راهون تنهنجون روز نهاريان!

حب هميشه تنهنجي دل ۾، آهين منهنجو تون ئي نصيب.
راهون تنهنجون روز نهاريان!

وڃ نه پري تون مون کان جاني، رهه تون منهنجي يار قريب.
راهون تنهنجون روز نهاريان!

عشق مچائي آتش آهي، باهه اندر ۾ پري عجيب.
راهون تنهنجون روز نهاريان!

ثنا حسن جي ڪنهن لکي آ، اهڙي طاقت ڪنهن نه اديب.
راهون تنهنجون روز نهاريان!

نوڪر ٿي مان تنهنجو رهندس، منهنجي تن جو تون ئي طبيب.
راهون تنهنجون روز نهاريان!

مون منصور سڏايو جڏهين، منهنجو بڻيو جڳ رقيب.
راهون تنهنجون روز نهاريان!





اگر سنڌ جيجل جيارڻ گهرين ٿو،
اگر ماءُ جو هانءُ ٺارڻ گهرين ٿو،
وطن تان مصيبت جي ٽارڻ گهرين ٿو،
۽ غدار دشمن کي مارڻ گهرين ٿو،
تہ چڙ ماءُ جي جهوليءَ ۾ هليو آءُ ٻاهر،
وري اڄ ٿي ڏيکار دودو دلاور.

لطيفي جي ٻولي جيارڻ گهرين ٿو،
دريا خان جو روح ٺارڻ گهرين ٿو،
عزت ساڻ دنيا ۾ گهارڻ گهرين ٿو،
امرُ ساڻ جي قول پارڻ گهرين ٿو،
تہ سر گهور، گهر گهور، هوشوءَ وانگر،
يا سوريءَ کي سينگار، هيمون وانگر.

اگر ڌارين کي ڌڪارڻ گهرين ٿو،
۽ تن لاءِ پارڻ جي ٻارڻ گهرين ٿو،
سيڻي حق پنهنجن کي ڏيارڻ گهرين ٿو،
تہ جلدي جيئي سنڌ نعرو هڻي اُٿ،
هڻن منجهہ جهندو وطن جو کڻي اُٿ.





# او سائين...!

منهنجي جيت بہ هار او سائين،
چا کان تنهين بيزار او سائين.

قول ليائڻ جا تو ڪيڙا،
وعدا تنهنجا ڪاڏي ويڙا،
چالئہ ڪيئي انڪار او سائين.

واه پيارا پيار اوهانجو،
تو بن هيٺو حال اسانجو،
توکي سڀ اختيار او سائين.

پيار جو پند اٿانگو آهي،
پيار جو ملهہ مهانگو آهي،
وکون هلئين تي چار او سائين.

توتان صدقي سيڪجهہ ڪريان،
ساهہ بہ پنهنجو گهوري ڇڏيان،
اگر تنهنجي ديدار او سائين.

سنڌ ڏکن ۾ تون چپ آهين،
حيف هجئي "منصور" سڏائين،
شعر ۾ شعلا ٻار او سائين.





اٿــي جاڳ ســـنـڌي، اٿـــي جاڳ ســـنـڌي،
سـکـهــو مــاڻ پـنـهـنجو، وري مــاڳ سنڌي.

دل و جان ســان ســنـڌ جي خدمـت ادا کــر،
غدارن ۽ غيــرن تــي لـعـنـت ســدا کــر،
ورائــج وري ڏيـــس ڏي واڳ ســـنـڌي.

جيــئـي ســنـڌ نـعــرو ســرِعـــام آهــي،
لــبن تــي رهــيـــو ســنـڌ جو نــام آهــي،
"جيــئـي ســنـڌ" جو ڳاءِ اڄ راڳ ســنـڌي.

اســان کـي مــرڻ ســنـڌ لـئـه مـنظـور آهـي،
اســان ۾ مَلــڪ هــرڪــو "مـنـصــور" آهــي،
وريــو چاڻ پـنـهـنجو اجهــو ڀــاڳ ســنـڌي،

اٿــي جاڳ ســنـڌي، اٿـــي جاڳ ســـنـڌي،
سـکـهــو مــاڻ پـنـهـنجو، وري مــاڳ سنڌي.





# مولانا عبيدالله سنڌي رحہ

ڪئي اسلام جي پرچار، مولانا عبيدالله.
غريبن سان ڪيو آ پيار، مولانا عبيدالله.

ڏنو انسانيت جو درس پنهنجي وقت ۾ دولهہ،
حقيقت کي ڪيو نروار، مولانا عبيدالله.

سچائي ۽ صداقت جو ڪري پرچار دنيا ۾،
امن لئہ راهہ ڪئي هموار، مولانا عبيدالله.

رهي سنڌ ۾ ويا بلڪل، سنڌيت جي رنگ ۾ رڱجي،
وطن سنڌ سان ڪيائون پيار، مولانا عبيدالله.

امن اتحاد جو پيغام ڏئي اقوام عالم کي،
مٽايو جنگ جو آزار، مولانا عبيدالله.

سوا سرڙو سهائڻ جي، نہ ملندي يار آزادي،
اٿو جاڳو، ڪٿو هٿيار، مولانا عبيدالله.

جهڪائي عزم هن جي ڪي، نہ سگهيو ڪو ڪڏهن آمر،
ڪيو هر آچ ڪان انڪار، مولانا عبيدالله.

"عدل، انصاف، آزادي" هئو نعرو تہ سنڌيءَ جو،
اصولن تي نہ ڪيو واپار، مولانا عبيدالله.

اسان سنڌي ويجون سڌري، غلامي ڪان تيون آجا،
هندايون جي فڪر انڪار، مولانا عبيدالله.

وڏو جنهن سنڌ ساگر پارٽيءَ جو سنڌ ۾ پايو،
ڪيو هن قوم کي بيدار، مولانا عبيدالله.

اسان طالب اوهان عالم اچو گڏجي ڪيون ڪوشش،
وطن سنڌو ڪيو، گلزار، مولانا عبيدالله.

اسان "منصور" موجوده، زماني جا سڏايون تا،
ڏئي هوڪو سجايون دار، مولانا عبيدالله.





# جلي جلي دل جلي وئي

انڌي دنيا کي سمجهائين، ڇالئہ وينو نير وهائين،
ڇو تو پنهنجو وقت وڃائين، سڀ کي وينو شعر ٻڌائين،
نعرو جيئي سنڌ لڳائين، پير نہ پٽي ڪڏهين پائين،
ڇو تو پنهنجي ننڊ ڦٽائين، عشق سنڌ ء کي سمجهير سائين،
ڪانہ پرولي سلي وئي، جلي جلي دل جلي وئي.

انسانيت جو سبق ڏئين ٿو، ڪونڪن ماڻهن لاء رئين ٿو،
ننڊ ڦٽائي شعر چوين ٿو، ڳٽين ۾ تون پاڻ ڳرين ٿو،
سچ چوڻ ڪان ڪين ڊڄين ٿو، آمر ڪان تون حق گهرين ٿو،
جيئي سنڌ جي ڳالهہ ڪرين ٿو، غير غدار سان خوب لڙين ٿو،
ننڊ آ تنهنجي هلي وئي، جلي جلي دل جلي وئي.

دنيا ليڪن دوکو آهي، هتڙي سيڪو مطلب ڇاهي،
سچ واري تي سڀ ڪو باهي، ڪوڙ چوڻ تي ڪجهہ ٻي ناهي،
ٿورن ماڻهن سمجهيو آهي، جيئي سنڌ جو مطلب ڇاهي،
سنڌ وطن تي سيڪو ڪاهي، سيڪو سچ سان سينو ساهي،
ڪولي هت آ چلي وئي، جلي جلي دل جلي وئي.

پنهنجن ساڻ پيار ڪرين ٿو، الفت جو اظهار ڪرين ٿو،
انسانيت لاءِ ڪرين ٿو، دم دم ۾ ديدار ڪرين ٿو،
سنڌڙيءَ لئہ ويچار ڪرين ٿو، راهه ڏکي هموار ڪرين ٿو،
سوريءَ لئہ سينگار ڪرين ٿو، هت هُت نيڻ نهار ڪرين ٿو،
تنهنجي راهه آ جهلي وئي، جلي جلي دل جلي وئي.

سنڌ اسان لئہ سڀ ڪجهہ آهي، ڪير انهيءَ سان سينو ساهي،
بد خواهن کي رکبو ڏاهي، ڪنڌ انهن جو ڇڏبو لاهي،
جيڪو پنهنجن تي ٿو باهي، اهو اسان مان ناهي ناهي،
ٻچو ٻچو ٿيو باغي آهي، هرڪو اڄ ”منصور“ ٿيو آهي،
ريتي ٿي هر ٻڪلي وئي، جلي جلي دل جلي وئي.





سنڌ جا دودا جلدي آءُ،
شاعر ساٿي اڪٽي آءُ.

سنڌڙي تي اڄ توکي ساري،
سنڌي ٻولي پيئي پڪاري،
دير نه ڪر تون ايڏي ڀاءُ.

سنڌ امڙ تان سر ڏينداسون،
هوشو هيمون سڀ ٿينداسون،
جيئي سنڌ جو ڪر ڦهلاءُ.

مڙس ٿي ويرن سان وڙهنداسين،
سنڌ نه پنهنجي ير ڏينداسين،
پنهنجو سڀ ڪي آه چتاءُ.

سنڌ کي ٿاهيو ۽ سينگاريو،
علم سنڌيون اڄ ڄاڻيون ٻاريو،
آئيو شمعن وارو شعاءُ.

هر سنڌي آ ياءُ اسانجو،
پنهنجن سان سرچاءُ اسانجو،
ورندو چاڻ سڪن جو واءُ.

تو ڪٺي پياري پنهنجي جندڙي،
مونکي ساهه کان پياري سنڌڙي،
جنهن جولنءُ لنءُ منجهه لڳاءُ.

يٽ ڏٺيءَ جي ٻهڪڻ ٻولي،
سنڌ امڙ جي منڙي لولي،
جنهن مان خوب اچي ٿو ساءُ.

سنڌي آهيون، سنڌي ڳايون،
سنڌيءَ ۾ سڀ سان ڳالهايون،
سنڌ "مَلَڪَ" آ جيجل ماءُ.

سنڌ جا دودا جلدي آءُ،
شاعر ساٿي اڳتي آءُ.





## مان گهايل هان- مان گهايل هان

هن سنڌ ڌرتي جي سيني تي، مون ڪيئي سور سٺا آهن،
ڪجھہ پنهنجن کان ڪجھہ ڌارين کان، مون ڏکيا ڏينهن ڏٺا آهن،
هن سنڌو ماتا ڌرتيءَ لئہ، هت ڪيئي جوان ڪٺا آهن.
مان گهايل هان، مان گهايل هان.

اسان هنن کي قرب ڏنو ۽ هت ۾ هٿ ڏئي تاريو آ،
اسان هنن کي ياءُ سڏي، هر ساھ ۾ سانڊي ساريو آ،
هو پنهنجي ٻولي ٻولي ٿو، هو ڌاريو آخر ڌاريو آ،
مان گهايل هان، مان گهايل هان.

هن سنڌ وطن جي سانگين تي، ڪي ڌاڙيلن جا ڌاڙا هن،
۽ جو ٻيي شاعر حق چوي ٿو، تنهن لئہ ڪات ڪهاڙا هن،
پر آءُ ڏسان ٿو ويرين جا، اڄ ٻول اسان سان ٻاڙا هن،
مان گهايل هان، مان گهايل هان.

پنهنجن ڪان جي گهاءَ رسيا سي، سيني اندر ساريان ٿو،
سنڌڙيءَ سان جي قول ڪيا ٿم، هڪ هڪ هاڻي پاريان ٿو،
غير غدار تي لعنت وجهيو، پنهنجي دل کي ناريان ٿو،
مان گهايل هان، مان گهايل هان.

اڄ ٻول لطيفي ٻولي اٿ، اڄ سچ جي واٽ کي ڳولي اٿ،
۽ آزاديءَ جو علم کڻي، زنجير غلاميءَ کولي اٿ.
ڏئي آزاديءَ جو درس سڄڻ، تون ذهن کي ڇاڇولي اٿ،
مان گهايل هان، مان گهايل هان.

تون ڇا ٻه چوين تون ڇا ٻه ڪرين، هر ظالم کي اڄ مرڻو آ،
جا ڇٽنگ دکائي ڪالهه هئي، اڄ ٻارڻ تنهن مان ٻرڻو آ،
هَرَ غيرن کي ساڙي ٻاري، آزاد وطن کي ڪرڻو آ،
مان گهايل هان، مان گهايل هان.

مونکي آ منظور اگر، بهتان اوهان کي مڙهڻو آ،
مان آهيان "منصور" سو مونکي! ڦاهيءَ تي اڄ چڙهڻو آ،
پل سوريءَ تي چاڙهيو مون کي، پر سچ جو ڪلمو پڙهڻو آ،
مان گهايل هان، مان گهايل هان.





گهوٽ ڀٽائي تون ٿي چئہ،
انصاف جو ڪهڙو گهنڊ وڃايان!

گهر ۾ ان جو داڻو ناهي، هاري ڏس تہ ڪيئن جئي ٿو.
پيٽ مٿارو خان وڏيرو، محلن منجهہ شراب پئي ٿو.
هيءُ نظام، انڌير ننگر جو، من کي ڪيڏي پيڙ ڏئي ٿو.
گهوٽ ڀٽائي تون ٿي چئہ،
انصاف جو ڪهڙو گهنڊ وڃايان!

تنهنجي ورسيءَ تي او ڀٽائي، هڪ ڀيري مون شعر پڙهيو هو،
وقت جو حاڪم ڀڄندو آيو، جيڪو مون سان خوب وڙهيو هو،
تنهنجي عاشق صادق آهيان، تڏهن مون تي جيل مڙهيو هو.
گهوٽ ڀٽائي تون ٿي چئہ،
انصاف جو ڪهڙو گهنڊ وڃايان!

آءُ ڀِٽائي مون کي توسان، دل جون ڳالهيون ڪرڻيون آهن،
ڳوٺ اسيءَ ڪنوار ڏهن ۾، ڌرتي ڄايون پرڻيون آهن،
مال جي چوريءَ بعد به ڀاڳئي، ڏنڊ ۾ ڇٽيون ڀرڻيون آهن.
ڳوٺ ڀِٽائي تون ئي ڇٽه،
انصاف جو ڪهڙو ڳهنڊ وڃايان!

ڌرتيءَ جي جن ساک ڪني هئي، وقت جا ٿي ويا سي ته سلامي.
تنهن جو سنبهن آ سنڌڙي جيجل، ڪرٺي نامي غير غلامي.
ڪوڙا عاشق ڪوڙا طالب، پرمٽ تي ئي ويا وڪامي،
ڳوٺ ڀِٽائي تون ئي ڇٽه،
انصاف جو ڪهڙو ڳهنڊ وڃايان!

منشي، سيد جيل ۾ آهن، سچ چوڻ هت ڏوهه وڏو آ،
ڳالهه ڪرڻ اڄ قوم وطن جي، حاڪم ڇئي تو ڪم جڏو آ،
ڪيئن مڙي منصور او سائين، حق وارن جو هيءُ لڏو آ.
ڳوٺ ڀِٽائي تون ئي ڇٽه،
انصاف جو ڪهڙو ڳهنڊ وڃايان!





سنڌي آهيون، سنڌي يار!
پنهنجو ظالم سان تڪرار!

ون يونٽ جو ڪوٽ ويو ڪيرجي، ظلم سندا زنجير ويا ڪٽجي.
ڏاڍ نہ رهيو، ويڙهہ وڌجي، ظالم جو ويو نالو مٽجي.
جاڳيا جڏهين پيڙا پار، پنهنجو ظالم سان تڪرار.

سنڌي قوم کي گڏڙ نہ سمجهو، جاڳيا جڏهن پاڻ کي جهلجو،
شير اٿي پيا، پنتي نہ هٽجو. ڪانئر پٽ ڏئي ڪينڪي پڄجو،
حساب وٺبو هڪ هڪ يار، پنهنجو ظالم سان تڪرار.

سنڌ خلاف جو قلم ڪٽي تو، ڪائي سنڌ جي گلا ڪري تو،
پنهنجي پير تي ڪات هڻي تو، پنهنجي ڪارڻ کڏ کٽي تو،
کڏ ۾ ڪرندو ٿيندو غار، پنهنجو ظالم سان تڪرار.

ڪيئي ورهيہ هي سور سٺاسين، نوڪرين تان هٿ ڪنياسين،
ٻنين تان بي دخلَ ٿياسين، سڀ ڪجهہ ڏيئي سبق سکياسين،
ظالم ڪيڙا ظلم هزار، پنهنجو ظالم سان تڪرار.

پنهن جي پيرن هلڻو پوندو، دودو ٻنجي رهڻو پوندو،
هر ظالم کي اڄ مرڻو پوندو، ديس نہ هيڪل ڇڏڻو پوندو،
آهہ اسانجو هي اقرار، پنهنجو ظالم سان تڪرار.

"مَلڪ" امڙ کي سر ڏينداسون، هوشو، هيمو سڀ ٿينداسون،
حق جو هوڪو ڏئي وينداسون، مرکي مقتل ۾ ايندا سون،
حيدر جا ٿي اڄ حبدار، پنهنجو ظالم سان تڪرار.



○

# شهيد عبدالرزاق سومري جي حضور ۾

ڏرتيءَ کي او پوڄيندڙ ميان، توکي ڏاڍو ساريون وينا!
مان مٽيءَ جو  کيو اوچو، تنهنجي جوت جڳايون وينا!

پنهنجن ڏاڍا پور ڏنا هن، ڏارين پڻ آ کين گهٽايو،
جر اکين مان جاري آهي، نيڻين نير وهايون وينا!

تنهنجو عزم هو ڏاڍو اوچو، تنهنجي همت جوان هئي،
عزم اهوئي دل ۾ سانديي، ڏاڍ جو ڏونگر ڏاريون وينا!

ڏيهه ۾ جن ڏکار وڌو ۽ پياسي ٿيا هن پنهنجي رت جا،
موذي اهڙا مات ٿين شل، ڌرتيءَ در ٻاڏايون وينا!

بيت بهارن جا نہ وڻيا ۽ گيت گلن جا ڪونہ وڻياسين،
سانگيئڙن جا سور سيئي، واين ۾ ورجايون وينا!

تون مڙس هئين مهمير هئين، تون مانجهي مرد مٽير هئين،
تو روشن جيڪا شمع ڪئي سا خون جگر سان ٻاريون وينا!

پيسي تي ٽا ذهن وڪامن، ڪيڏي سوچ آ سستي ٿي وئي،
پنهنجن جا هي حال ڏسي پو ڳٽين ۾ دل ڳاريون وينا!

نيٺ تہ ورندو واءُ سٺائو، سوئي ملي "منصور" کي ويندي،
آس انهيءَ تي سومرا سائين، پنهنجو من پرچايون وينا!





ڪاليج پيارا، او ڪاليج پيارا.

ڏاڍو تون مونکي پيارو لڳين ٿو،
گلڙن کان وڌ تون نيارو لڳين ٿو،
آرڙهي ۾ تون چڻ سيارو لڳين ٿو،
تنهنجي بدولت آهيون سکهارا.
او ڪاليج پيارا.

باغن جي سُرهي خوشبو سنگهان ٿو،
جوڙا سجوڙا، چوڌس ڏسان ٿو،
محبت جا منڙا نغما ٻڌان ٿو،
سرها هجن سڀ دل جا سچارا.
او ڪاليج پيارا.

ڪاليج ميوزيم، ڪينٽين ڇاهي،
هت ٻن دلين جو ته ميلاپ آهي،
سيڪو ڊسڪشن هال ڏانهن ڪاهي،
ڇاڇا ٻڌايان، رنگين نظارا.
او ڪاليج پيارا.

ڪينئين ۾ ئي آڪڙيون ملن ٿيون،
فنتا ۽ ڪوڪا، ڏاڍيون وڻن ٿيون،
ڪئين قرب واريون ڳالهيون ٿين ٿيون،
آهن ساڻ نڪرن دل جا غبارا.
او ڪاليج پيارا.

معذرت سان ميڊم کي آئون چوان ٿو،
پئي هٿ ٻڌي هڪ، عرضڙو ڪيان ٿو،
ڪريو نہ ڪاوڙ پنهنجن ٻچن تي،
ڪريو پاس سڀ کي، عرض آ خدارا.
او ڪاليج پيارا.

توتي اسانکي صد ناز رهندو،
دنيا ۾ تنهنجو ئي آواز رهندو،
انجام رهندو ۽ آغاز رهندو،
سنڌوءَ جا ساوا، رهن شل ڪنارا،
او ڪاليج پيارا.

هي گيت نوگيڊر جي پارٽي ڏسين ٿو،
۽ پارٽيءَ ۾ ٻيو ڇا ڏسين ٿو پسين ٿو،
هيڏي آ جوين ۽ هوڏي جواني،
ڪي "منصور" سمجهن پنهنجا اشارا.
او ڪاليج پيارا.





# هائيڪا

ڇو ٿو تون ڇرڪين؟
سڀ ڪجهہ توتان گهوريان،
مٺرا جي مرڪين.



لکيل خط منهنجو،
يارَا پڙهي ڦاڙي ڇڏيئہ،
پيار عجب تنهنجو!



تنهنجو خط آيو،
چمي چشمن تي رکيم،
مون لئہ سرمايو.



توکي پيار ڏنم،
دل جو تون آهين ڏٺي،
رب جو آهہ قسم!





## ايڪسيڊنٽ!

هوءَ Drive ڪري،
نڪري پيئي،
۽ مون ڳاڏي موڙي-
گيٽ جي اندر-
ڳاڏيون بيئي-
آمهون سامهون،
بلڪل ويجهو-
بمپر بمپر ساڻ
ائين جيئن-
پريمي جوڙي جو-
نڪ نڪ سان!!
بتيون بتين سان -
ائين جيئن-
اکيون اکين سان!!
مونڌانهن نهاري،
صحيح سڄائي،
ڪلندي ڪلندي،
ڳاڏي موڙي،
پاڻ سنيالي،
مهنجا سپنا
ساڻ ڪٺي وئي
منهنجا رستا جام ڪري وئي!





## جيئي امڙ جيئي سنڌوا

تو سچڻ،
هي ڇا چيو!!
تہ
جيئي سنڌ جو
ڏيان ڇڏي نعرو هٿڻ!
افسوس تنهنجي سمجهہ تي،
تنهنجي عقل کي جس هجي!
شابس هجي!
آخر ڪار هي
توکي ڇا ٿي ويو
اڳ پر تہ اهڙو ڪين هئين!
تون مڙس هئين
مانجهي هئين!
تو جيل جون ڪوٺيون ڏٺيون هيون
سنڌڙي لئہ،
سنڌ جيجل ماءُ لئہ!
اڳ پر تہ ساٿي!
سنڌ جا نعرا هڻائيندو هئين
"جيئي امڙ" چوندو هئين،
تون جوش ڏياريندو هئين

غيرت ڏياريندو هئين!
پر!!
ڇا ڇوان
اڄ توکي هي ڇا ٿي ويو
هي جلدي ڦيرو!!
هاڻ مان سمجهي ويس
تو ماءُ سان پنهنجو پراڻو
قول ڀاڙيو ڪينڪي!
آزل ڪان
قائم رهڻ واري "امڙ" کي
مستقل زنده رهڻ واري امڙ کي
تو ڇڏيو آهي وساري،
صرف پنهنجي فائدي لئه!
چند سِڪن جي عيوض
۽ چند ٽڪن جي عيوض
اڄ خوب تون نعرا هڻي
هڪ شخص کي جيارين پيو!
افسوس صد افسوس تنهنجي حال تي!
ٻڌ!
هاڻ تنهنجي واٽ ٻي آ
۽ اسانجي راه ٻي آ

هاڻ پنهنجي قرب جو،
رشتو ٽٽل آ.
پر ياد رکجان
ڳالهه منهنجي هيءَ تون
دنيا سدا رهڻي نہ آ
پر سنڌڙي آهي امر!
زنده سدا رهندي پئي،
جڳ جڳ امر جيئندي پئي-
اي دوست!
تون مونکي نہ جهل
مونکي نہ روڪ
سنڌ جو نعرو هڻان!
سؤ سؤ دفعا چوندو رهان
"جيئي امر، جيئي سنڌو"
جيئي سنڌو، جيئي امرَ!
جيئي سدا سنڌڙي امر.





## ڏاڙو

اسپتال ۾ ٽي وي،
هلي رهي آهي.
مريضن لاءِ،
وڌا آهيون ڊاڪٽر ۽ نرسون،
پروگرام "گيت مالا"
ڏسڻ ۾ رڌل!
هڪ مريض-
جنهنجو پير آهي وڍيل
ريڙهيون ڏيندو
اچي ويٺو آ
منهنجي اڳيان
نه ڄاڻ ڇو
ٻچان تي لڳيم!





## داروں منهنجي درد جو!

ياءُ منهنجي کي
دل جو دورو
آهي ڳورو
اسپتال پهچون ٿا
ڊوڙي ڊوڙي
ڊاڪٽر نرسون
لڳي وڃن ٿا!
علاج ڪرڻ ۾-
مونکي ڏين ٿا.
لڪي سئي هڪ.
جنهنجو نالو آ
Strepto- Kinase
عام انکي
S.K چون ٿا

آلدي مون جا
چئين هزارين
خاص ڊرپ ۾
وڌائون جهڪا
ليبل ڪيائون
اسٽڪنگ پلاسٽر تي
لکي S.K
.........
وڏي نقصان کان
بچي ويو آ
مونکي چيائون
حياتي هن کي
وري ملي آ
وقت تي S.K
لڳي وئي آ
آئون پڇان ٿو
------- S.K ڇا هي؟
هارٽ اٽيڪ ۾
زندگي بچائيندڙ
دعا جهڙي هي دوا آ.
آئون سوچيان ٿو
مونکي ته ڪنهن ايس .ڪي
بخشي آهي نئين حياتي .
۽ پوءِ ڊرپ تان لاهي
ليبل S.K
ڪارپنهنجي جي .

ڊيش بورڊ تي
مون آ لڳايو.
دوست ڪار ۾-
ويهندي لهندي،
پڇيو ونن ٿا.
S.K چاهي؟
مان مرڪان ٿو
لڪوائي چڙيان ٿو
دل ۾ سوچان ٿو
(لوڪ ڇا چاڻي؟ )
ها!!!
مان چاڻان ٿو!!
ايس . ڪي ڇاهي؟
ايس .ڪي منهنجي حسرت آهي
اهائي منهنجي،
پهرين خواهش
آخري خواهش
ها
ايس.ڪي منهنجي آهي محبت!





ڀين کي ڦمن کان ڇڏائي ڇڏيوسين،
۽ آرام پنهنجو ڦٽائي ڇڏيوسين.
نہ ٿيو وقت ساٿي تہ پرواهہ ناهي،
پنهنجو ساٿ پيارا نڀائي ڇڏيوسين.



وساري ڇڏيو تو، وساريان ٿو مان،
ڏکاري ڇڏيو تو، ڏکاريان ٿو مان.
ڏنم دلڙي توکي، وري غير ڏي اڄ،
کڻي اک پنهنجي، نهاريان ٿو مان.



اڃا يار جڳ ۾ جيئڻ گهرين ٿو،
وري رالد هاريل تون جيتڻ گهرين ٿو،
مدهوشيءَ ۾ ڇاڇا نہ ڪيڏڻ گهرين ٿو،
تون خالي اڃا جام پيئڻ گهرين ٿو.



محبت ڪري پوءِ ڊڄڻ آهہ ڪهڙو،
جي ڦاٿو تہ ڦٿڪڻ، لڇڻ آهہ ڪهڙو،
جي "منصور" آهيو، تہ ڦاسي سڄايو،
لڪي گهر ۾ نعرو هڻڻ آهہ ڪهڙو.

وعدا پنهنجا پاريندا سين،
سنڌي ٻولي جياريندا سين.
ڪير اسانجي راهه جهليندو،
غدارن کي ماريندا سين.

•••

هاري پورهيت جياريندا سين،
وعدو سنڌ سان پاريندا سين.
جيڪي دشمن، پنهنجا آهن،
ٻارڻ تن لئه ٻاريندا سين.

•••

سنڌي پنهنجي ٻولي ٿيندي،
سنڌواسين جي لولي ٿيندي.
آهي پنهنجو عزم اهوئي،
حق جي خاطر هولي ٿيندي.

•••

هيڪڙو ڪِنُ ڳڏاري وڃ،
محبت جو مچ ٻاري وڃ.
عرض ڪيو ٿم ننڍڙو سائين،
منهنجو اڱڻ اجاري وڃ!

سنڌ وطن سان الفت منهنجي،
ٻين سان آ ڪلفت منهنجي،
هر سنڌيءَ سان پيار ڪريان ٿو،
پنهنجن ڏي آ رغبت منهنجي.

●●●

پنهنجن سان پيار ڪريان ٿو،
ٻين سان تڪرار ڪريان ٿو،
سنڌ ڌرتي ڌاريا ڇاليا تن جي،
مارڻ جو اقرار ڪريان ٿو.

●●●

سنڌ ۾ سڀئي سنڌي آهيون،
پنهنجن سان ٿا ليڪن لپايون،
دشمن جي لاءِ ٻارڻ ٻاريون،
سنڌ مان ٻيو غدار ڀڄايون.

●●●

امرتا ڏني آهه، سهڻيءَ گهڙي کي،
اهو ڪيئن سمجهايون هن ٻي وڏي کي،
دفن ٿيل هي سڀ ڪجهه هو تهذيب سنڌ جي،
اجاگر ڪيو ٿئون موهن جي دڙي کي.

اجا تون پاڻکي ڪهڙين پيو ڏاريون سڏائيندين،
وطن سنڌ ۾ رهي، سنڌي سڏائڻ عيب سمجهين ٿو!
اگر سنڌ ۾ اٿئي رهڻو ته سنڌ کي ڳاءِ، سنڌي ٿي،
عجب آ سنڌ جو کائي، تون ڳائڻ عيب سمجهين ٿو!

•••

گهڻا ئي ڏينهن من مستيون ڪيئي خاموش رهياسون،
اڙي موڳا توکي مهمان سمجهي ڪين ڪڇياسون،
چيوسين نيڪ ٿي ويندين، مگر نيمڪ حرام آهين،
نه تنهنجي دال ڳرندي جي ڪري للڪار اٿياسون.

•••

بي دردن سان درد نه ونڊجي، بهتر ڳالهه!
بي سمجهن سان ڳالهه نه ڪجي، بهتر ڳالهه!
ڪيڏا ڇوها، ڪيڏا پربت، ٽنبي پون،
سچ ۽ حق جي راه نه ڇڏجي، بهتر ڳالهه!

•••

علمبردار نڪري پيا وري تهذيب ٻهراڙي،
لٽي ڪپڙي ڏسو تنکي، پيا ڪن عيش منجهه ماڙي،
ٻڌايو فعل ۾ پورا نٿا نڪرو، اجا تائين!
اگر دل سان لڳنه شايد وڃائين پيو تڏهن تاڙي.



## سنڌ ادبي اڪيڊميءَ جا ڇپيل ڪتاب
## گڏيل ڪتاب وٺڻ سان رعايت

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | سانجهي سمنڊ سپون | شيخ اياز | 125-00 |
| 2. | ڪتين ڪر موڙيا جڏهن-3 | شيخ اياز | 100-00 |
| 3. | ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ | ڊاڪٽر فهميده حسين | 100-00 |
| 4. | وڏا وڻ وڻڪار جا | شيخ اياز / تاجل بيوس | 100-00 |
| 5. | وڏي وٽ هنئام | ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي | 100-00 |
| 6. | ڪٿي نہ پيچبو تڪ مسافر-3 | شيخ اياز | 120-00 |
| 7. | جي تند برابر توريان | شيخ اياز | 100-00 |
| 8. | ڪبير | نارائڻ شيام | 40-00 |
| 9. | شاهہ جي شرح | فقير يار محمد | 80-00 |
| 10. | تيرهون سج | امرتا پريتم/ستار | 70-00 |

گهرائڻ لاءِ پتو:


سنڌ ادبي اڪيڊمي
مزنين فلور، پارس ميڊيڪل سينٽر،
فيصل پلازه، مبارڪ شهيد روڊ،
ڪراچي.
فون: 7782597



فقير طبيعت، معصوم، پيدائشي صوفي لا ڪوفي، سندس موجودگي ۽ ڪچهري ۽ ٻر عجيب سرور، گڏ هجي ته زمان ۽ مڪان جو احساس ئي نه رهي. شاعريءَ مان سندس سادگي، معصوميت، بي ساختگي، سچائي ۽ عاشقي جهلڪي پئي.

- ڊاڪٽر سليمان سولنگي

## سڃاڻپ

- نالو: ڊاڪٽر عبدالقيوم ولد حاجي ماسٽر محمد بچل ملڪ
- ادبي نالو: منصور ملڪ
- جنم جو هنڌ: ڀڙ عيدن شهر ضلع نوشهرو فيروز، سنڌ
- جنم جي تاريخ: 25 مارچ 1952ع
- علمي لياقت: (1) M.B.B.S - 1978ع
  لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو/ حيدر آباد
  (2) Ph.D - 1985ع تاشقند اسٽيٽ ميڊيڪل انسٽيٽيوٽ - USSR

ملازمت: سينيئر اينيسٿيٽسٽ - سوڀراج ميٽرنٽي هوم، K.M.C، ڪراچي.

ڪتاب: پهريون

پتو: A-410، رينو سينٽر، رينڊل روڊ، نزد انڪل سريا اسپتال، ڪراچي.

الا مان آڏري ويندو ساڻ ۽ * منصور ملڪ * ڪتاب 11 * سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سـگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪتابن کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)